ارپنا

نور الدين سرڪيءَ جي نالي،
جيڪو هن ڪيس ۾ منهنجو وڪيل هو.

آ ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه مٽيا،
پر مون ڪي اهڙا مُڙس وٽيا،
جي پنهنجو پاڻ ملهائي ويا،
۽ لوئيءَ لڄَ بچائي ويا!

(اياز)

ٻه اکر – اي پب فارميٽ جي باري ۾

پهريان مون هي ڪتاب اينڊرائيڊ ايپليڪيشن جي صورت ۾ دوستن سان پلي اسٽور تي شيئر ڪيا. ڪجهه دوستن کي اها شڪايت هئي آئي فون يا آئي پيڊ ۾ انهن کي ڪيئن پڙهجي ۽ ڪن وري اها صلاح ڏني ته بجاءِ الڳ الڳ ايپليڪيشن ٺاهڻ جي هڪ ئي لائبريري ۾ اهي ڪتاب رکيا وڃن.

انهن سڀني دوستن جي معيارن کي پورو ڪندي، دوستن جي خوشي خاطر اهي ساڳيا ڪتاب ”اي پب“ فارميٽ ۾ دوستن سان ونڊيان پيو. ان سلسلي ۾ هي منهنجو پهريون (01) ڪتاب آهي جيڪو انهي فارميٽ ۾ اوهان جي هٿن ۾ پيل ڊوائيسز ۾ موجود هوندو. اميد ته منهنجي هن ڪوشش کي مانائتو مان ڏيندا.


راجا ساند

+923332755904

facebook.com/rajasand14

پڙهندڙن ڏانهن:-

دوستن جي همت افزائي ڪرڻ جي ڪري اڄ اوهان پنهنجي جديد مشينن ۾ (اينڊرائيڊ موبائيل ۽ ٽيبليٽ) ۾ هڪ ٻيو ڪتاب اپليڪيشن جي صورت ۾ اوهان پڙهي رهيا آهيو. اهو محترم عبدالواحد آريسر جو ٻهريون ۽ منهنجي طرفان پيش ڪيل نائون ڪتاب آهي جنهن اينڊرائيڊ اپليڪيشن جي صورت اختيار ڪئي آهي.

منهنجي طرفان پيش ڪيل ڪتابن جي فهرست، ڊائونلوڊ لنڪ سان گڏ هيٺ ڏجي ٿي.

1. جوين ٻهريان ڏينهن – اشرف پلي جي شاعري جو ٻهريون مجموعو

https://play.google.com/store/apps/details?id=com.sindhishayari.book.AOVGCFCXITFDCADF

2. اڙي شهر جانان! – حليم باغي جي شاعري جو واحد مجموعو

https://play.google.com/store/apps/details?id=com.sindhi.book.AOVKJDMBHCYEIFTO

3. گودڙي – خالد ڪنيار جي ڪالمن جو مجموعو

https://play.google.com/store/apps/details?id=com.sindhinasar.book.AOVTICCPJUAROYWYY

4. لڪاڪي ۾ چنڊ – اياز عمراڻي جي شاعري جو مجموعو

https://play.google.com/store/apps/details?id=com.sindhishayari.book.AOVTRBVULXNDQVJIS

5. سياست، تاريخ ۽ ڪردار – عيسيٰ ميمڻ جي ڪالمن جو مجموعو

https://play.google.com/store/apps/details?id=com.sindhinasar.book.AOVTNDDNROEYIARV

6. لطيفي سئر – پيرومل مهرچند آڏواڻي جو سفرنامو

https://play.google.com/store/apps/details?id=com.sindhi.book.AOVGADHETMHDYXUN

7. سوره ياسين – الحاج احمد ملاح جو سوره ياسين جو منظوم ترجمو

https://play.google.com/store/apps/details?id=com.quran.sindhi.MANZOOMQURAN

8. سنڌي ادب جو مختصر جائزو – اڪبر لغاري

https://play.google.com/store/apps/details?id=com.sindhi.tehqeeq.SINDHINASAR

9. ٿي نه محبت مات (عدالتي بيان) – عبدالواحد آريسر

دوستن کي گذارش آهي ته هي سڀ ڪتاب اپليڪيشنز جي صورت ۾ گوگل پلي اسٽور تي مفت ۾ ڊائونلوڊ ڪرڻ جي لاءِ موجود آهن. ڪتابي اپليڪيشنز کي ڊائونلوڊ ڪري پنهنجي قيمتي راءِ کان ضرور آگاهه ڪندا ۽ پلي اسٽور تي ريٽنگ ۽ ڪمينٽ به ضرور ڪندا.

اديبن ڏانهن:-

اهي اديب دوست جيڪي پنهنجو ڇپرايل ڪتاب يا اڻ ڇپرايل مواد اپليڪيشن جي صورت ۾ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچائڻ چاهين ٿا، انهن کي رابطي ڪرڻ جي آڇ ڪجي ٿي.

رابطي جي لاءِ

فيسبڪ

www.facebook.com/rajasand14

اي ميل

Rajasand87@gmail.com

فون نمبر

هي ٿرپارڪر ضلعي جو ويٺل آهي. رواجي گمنام زندگيءَ مان هن اهڙي شهرت حاصل ڪئي آهي، جو ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي. هي تقرير ۽ تحرير ۾ پنهنجو مثال پاڻ آهي.

مٺيس مضمونن ۽ تقريرن کان سرڪار ناراض آهي، جو ان جي خوف کان ڪن لڪائي لڪندو گهمي، ٻئي طرف شاگرد آهن جي سندس ويان حيران ۽ سرگردان آهن ته هي سندن مجلسن کي رونق افروز ڪري.

بدقسمتي اها آهي ته هي مظلوم قوم سنڌيءَ جو فرد ٿي پيو آهي، جي مهاجر ۽ پنجابين مان هجي ها، ته نه حڪومت کي سندس سحربيانيءَ ڪري ڦاسائڻ جي همت ٿئي ها.

جي. ايم. سيد

[ڪتاب: ’اڄ پڻ ڇڪيم چاڪ‘]

هڪ دفعي محترم جي. ايم. سيد چيو هو ته: ’قدرت آريسر کي مولانا آزاد وانگر تحرير ۽ تقرير ٻنهي تي عبور عطا ڪيو آهي. جي. ايم. سيد جهڙي پايي جي غير معمولي شخصيت طرفان اهي لفظ نه رڳو آريسر جي صلاحيتن جو واضح ثبوت مهيا ڪن ٿا، پر آريسر جي محبت ۽ جدوجهد کي ملندڙ سڀ کان وڏو خراج ۽ اعزاز آهي، ڇو ته مشابهت واري شخصيت [مولانا آزاد] اها آهي، جنهن آريسر جي روايتي ۽ بي جان زندگيءَ ۾ بغاوت جي ڀهرين چڻنگ دکائي، جڏهن ته تشبيهه ڏيندڙ شخص اهو آهي، جنهن پنهنجي فڪري طوفان سان اُن چڻنگ کي ڀنيٽ ٻڻائي ڇڏيو.

منهنجو آريسر سان ساٿ 1973ع ۾ هڪ قومي سوچ رکندڙ ’شاگرد‘ جي حيثيت سان شروع ٿيو، ۽ اڄ 1985ع تائين هڪ مضبوط قومي ۽ ذاتي ٻنڌڻ جي صورت اختيار ڪري چڪو آهي. انهن ٻارهن سالن جي عرصي دوران آريسر کي تمام ويجهو رهندي، مون جيڪا سڀ کان وڏيڪ خوبي [تحرير ۽ تقرير جي ميدانن کان سواءِ] منجهس ڏٺي آهي، سا آهي پنهنجي مخاطب کي متاثر ڪرڻ جي سندس غير معمولي صلاحيت، جيڪا ماڪيءَ جهڙي مٺي شخصيت، نرم ۽ نماڻي مزاج ۽ نهايت آسان ۽ مدلل ٻوليءَ جو نتيجو آهي. منهنجي اکين اڳيان هر قسم جي ماڻهن آريسر سان ڪچهري ڪئي آهي، انهن ۾ پڙهيل ۽ اڻ پڙهيل، ڳوٺاڻا ۽ شهري، مرد ۽ عورتون، ٻار ۽ ٻڍا، هاري ۽ مزدور،

شاگرد ۽ سرڪاري ملازم، مذهبي علماءَ ۾ مارڪسوادي دانشور، تاريخ جا ڄاڻو ۽ جديد ور جا جديد اديبَ، سياسي ڪارڪن ۽ برک سياسي ڏاها، همدرد ۽ ڪٽر سياسي مخالف سڀ شامل آهن، پر انهن منجهان مون ڪي هڪڙو به اهڙو ڪو نه سُجهي، جنهن ساڻس هڪڙيءَ ملاقات کان پوءِ پيهر ملڻ جو اتساهه نه ڏيکاريو هجي.

خالق

سنڌ جو به ٻين ملڪن وانگر هڪ جسم آهي، ظاهري بوتو آهي ۽ مادي وجود آهي. ان مادي وجود، ظاهري بوتي ۽ جسم ۾ سن جا اهي سرسبز کيت آهن جن ۾ زندگي پيروي ڳائيندي آهي. سنڌو نديءَ جون مست ڇوليون آهن، جن جي لهر لهر ۾ سانَ (ڍڳي) جي رانياڙ ۽ مست اُٺ جون گوڙيون آهن. ٻهاڙن جو چوٽيون آهن، جيڪي اپريل اُرهن جو تقدس کنيو بيٺيون آهن. ٻاگهيءَ جي وارن جهڙا گهاٽا ٻيلا آهن ۽ صوفيءَ جي دل وانگر صاف، نرم ۽ ويڪرا وارياسا ميدان آهن. گهِريون نيريون ۽ سايون ڍنڍون آهن، جن تي موسيقيءَ جي لهرن وانگر ٻيڙيون ترنديون رهن ٿيون. اهو سنڌ جو ظاهري بوتو آهي، جنهن ۾ ترنديون رهن ٿيون. اهو سنڌ جو ظاهري بوتو آهي، جنهن ۾ هزارن سالن کان وٺي هڪ قوم رهندي اچي ٿي. انهيءَ ظاهري بوتي جي اندر سنڌ جو هڪ ضمير، ذهن ۽ روح به آهي. اهو روح آهي، اسر ويل، چڙن جي چونگار، پکين جا من جي گهرائيءَ ۾ لهي ويندڙ گيت، نار جو رهٽو، چيٽ جون چانڊوڪيون ۽ چانڊوڪين جا ناچ، هاري ۽ پورهيت جي اها شاندار ۽ لازوال محنت، جنهن سنڌ جي سدا ملوڪ ثقافت کي خلقيو، تاتيو ۽ جوين تي پهچايو، بهادرانه روايتون ۽ انهن روايتن جي اکر اکر ۾ سنڌ جي سور ويرن جي ويرتا ۽ لال لهوءَ جا نيسارا. اُهي عشقيه ڪهاڻيون ۽ ڪويتائون، جن جي سٽ سٽ ۾ پيار ۽ پنهنجائپ جا پاڪر، اجايل ڇپڙن جي تاس، آسرندو اکڙين ۾ اڪنڊ جا الماس ۽ مجاز جي مَنڊ، زندگيءَ سان محبت ۽ خوبصورتيءَ جا ڪومل ۽ ٻار جي مرڪ جهڙا معصوم خوابَ، ملهاري مند

جا کهنبا ڪپڙا، چوڙيءَ جو چٽ، ٻانهن جي لوڏ، شهپر جو وَٽ، ڦلڙيءَ جي لک، گج ۽ گربيءَ جي سونهن ۽ سوپيا، ڏرتيءَ ڄاون سان ازل ۽ ابد جو ناتو ۽ ان ناتي کي نڀائڻ لاءِ سر ڏيڻ ۽ سر وٺڻ جي ريت. پر سوپ ماڻڻ لاءِ، نه رڳو شهادت لاءِ. محبت ۽ نفرت جا ڍنگ ۽ ماڻ، منهڙن جي مرڪ، همرچا ۽ چلا، گيت ۽ سنگيت، سر ۽ تار، لوليون لاڏا، مينديءَ رتا هٿ ۽ ڪجل ڀنا نيڻ، ٿاهوءَ جي ٿاڏ ۽ وڙهڻ ويل 'مر ويسون مر ويسون سنڌ نه ڏيسون' جا هوڪرا ۽ ڪوڪرا. اهو سنڌ جو ازلي ۽ ابدي روح آهي، ضمير آهي ۽ ذهن آهي. آزاد رهڻ، آزاد گهارڻ ۽ آزاديءَ سان سوچڻ.

تاريخ جي تمام ڊگهي سفر ۾ غير قومي ۽ غير ملڪي حاڪمن، قومن ۽ ٽولن، ڪيئي ڀيرا سنڌ جو ظاهري بوتو، جسم ۽ مادي وجود نه رڳو لوهي زنجيرن ۾ جڪڙيو آهي، پر ان کي ڀڳيا ڀڳيا به ڪيو آهي، پيرن سان لتاڙيو آهي ۽ زندگيءَ جي رونقن ۽ رنگينين کان محروم ڪرڻ ۾ ڪامياب به ويا آهن ۽ سنڌ جو ظاهري بوتو تاريخ جي ڪيترن ئي دورن ۾ غلاميءَ ۽ محڪوميءَ جي اونده ۾ وڪوڙيل ۽ گهيريل به رهيو. پر انهيءَ پوري عرصي ۾ سنڌ جي ضمير جي لاٽ ٻرندي رهي ان جو ذهن سفيد ڪبوتر وانگر پولارن ۾ پرواز ڪندو رهيو ۽ ان جو روح دريا خان ٻڄي، شهباز وانگر عقابن سان اٽڪندو رهيو آهي. تاريخ جي انهيءَ ڊگهي سفر ۾ جيتوڻيڪ مادي هٿيارن ۽ حربن سان گڏ ذهني ۽ روحاني چالاڪين جي ذريعي سنڌ جي روح ۽ ضمير کي به مارڻ ۽ سمهارڻ جون انيڪ ڪوششون ٿيون ۽ وقتي ڪامياب به ويون، پر پوءِ به سنڌ جي روح ۽ ضمير ۾ زندگيءَ جي باک جا اڇا اجرا ڪرڻا ڦٽي پئي

نڪتا آهن. اهو دائمي موت مرڻ ڪان صفا نابري واري، لطيف وانگر سچي سنڌ ۾ واهو ڪندو رهيو ۽ نيٺ روح جي انهيءَ آزادي ۽ ضمير جي روشنيءَ سنڌ جي ظاهري بوتي ڪي به غلاميءَ جي زنجيرن مان آزاد پئي ڪرايو آهي. جيستائين مون سنڌ ڪي ڏٺو آهي ته اها هر دور ۾ زندهه رهي آهي. هن معنيٰ ۾ ته ان جو روح زندهه رهيو آهي، ان جي ضمير جي ڏيئي جي لاٽ ٻرندي رهي آهي. اِها روح جي زندگي، ضمير جي روشني ۽ ذهن جي آزاديءَ واري جنگ اڄ سوڌو جاري آهي ۽ ضمير ڏٺين جي ان سٺ ۾ آءٌ به هڪ ننڍڙي ساٿيءَ جي حيثيت ۾ ڀاڱي ڀائيوار رهيو آهيان هن دور ۾.

ڪنهن قوم جو ضمير ۽ ذهن ان وقت مري سگهي ٿو، جڏهن اِها قوم غلاميءَ جي زنجيرن ڪي سهاڳ جا زيور سمجهڻ لڳي. آجپي جي نعري ڪي پنهنجي موت ۽ نياڳ جي نشاني محسوس ڪري، مار ڪي پيار سمجهي پاڻ ڪي ان جو حقدار ليکي پنهنجي پيدائشي وسيلن ۽ محنت ڪي حاڪم جو حق سمجهي خوشيءَ سان انهن تان هٿ ڪڻي وڃي. آقائن، حاڪمن ۽ جابرن جي دشمنن ڪي پنهنجو دشمن ڪري ڳڻي، ته پوءِ سمجهڻ گهرجي ته اُن قوم جو روح مري ويو آهي ۽ ضمير جي ڏيئي جي لاٽ اجهامي ويئي آهي. هن علائقي ۾ 'ٻُتي جي روپ ۾ جڏهن ٽڪا خان جو راڄ عروج تي پهچڻ لڳو ته ان وقت سنڌي قوم جي روش ڏسي سنڌ سڃاڻ ذهنن محسوس ڪيو ته سنڌ جو روح مرجهائجي رهيو آهي، ضمير جي ڏيئي لاٽ جهڪي ٿيڻ لڳي آهي ۽ سنڌ جو ذهن زنگجي رهيو آهي ۽ پوءِ سنڌ جي روح جي حياتي، ضمير جي روشني ۽ ذهن

جي تازگي برقرار رکڻ لاءِ هڪ يُڌ شروع ٿي. سنڌ جا سڄاڻ ذهن پنهنجو طاقتور هٿيار قلم ۽ لفظ کڻي ميدان ۾ لٿا. هوڏانهن انڌار يُونٽن جا در کلڻ ۽ بند ٿيڻ لڳا. لوهه جون ناليون باهه اوڳاڇڻ لڳيون، پر سنڌ جي روح جي مهانڌي تي نڪار ايندو ويو. انهيءَ عرصي ۾ هڪ هٽرادو عدالت جڙي راس ٿي ۽ اسان مهيني ۾ ٻه ڀيرا انڌار يونٽن مان نڪري هٽڪڙين جي موسيقيءَ ۾ انهيءَ ڪوس گهر ۾ وينٽل ڪاماٽيءَ جي اکين جي اجهامنڌڙ مٽيا ڏسي ايندا هئاسون. انهيءَ ڪوس گهر لاءِ انڌار يونٽري ۾ مون هي بيان لکيو هو، پر نه ڪڏهن ڪيس هليو ۽ نه وري هي بيان عدالت جي رڪارڊ تي آيو. وڪيل جي هدايتن ۽ حالتن جي اجگر جي ڪري هن بيان ۾ ڪافي ڳالهيون توهان کي نرم نظر اينديون، پر اها ڪورٽ جي نالي ۾ ڪوس گهر جي ڪري مجبوري هئي. انهن ڳالهين مان ڪي اهڙيون به آهن، جيڪي اڄ پيپلزپارٽيءَ جو هڪ ڌڙو به ڪري به رهيو آهي، پر آءٌ اڄ تائين جي تجربي جي آذار تي هاٽي محسوس ٿو ڪريان ته اهي رٿون هن علائقي جي قومن جي مسئلن جو حل ناهن، پر پوءِ به آءٌ اڄ تائين جي تجربي جي آذار تي هاٽي محسوس ٿو ڪريان ته اهي رٿون هن علائقي جي قومن جي مسئلن جو حل ناهن. پر پوءِ به آءٌ انهن کي هن بيان ۾ ائين رهڻ ٿو ڏيڻ چاهيان ته جيئن سوچ جي ارتقا جي خبر پوي.

هن بيان لکڻ وقت مون جي. ايم. سيد فيڊرل ڪاسترو، مولانا آزاد ۽ ڪن ٻين ليڊرن جي بيانن ۽ ليکن مان مدد ورتي آهي. ڪٿي مرڪزي خيال انهن جو ۽ لفظ پنهنجا استعمال ڪيا اٿم، يا وري ڪي جملا انهن جي ڪتابن جا

ڏيئي ويو آهيان، پر اهو سڀ ڪجهه يادگيرين جي بنياد تي ڪيو اٿم. ڪتاب موجود نه هئا، پوءِ به انهن عظيم انسانن جو ٿورائتو آهيان.

هتي هڪ ڳالهه چوڻ مناسب ٿو سمجهان ته انهيءَ بيان ۾ مون لکيو آهي ته: ”جن سنڌي ماڻهن، سنڌي ماڻهن سان غداري ڪئي آهي ته انهن غدارن جو اولاد يا اهي غدار پاڻ سڀ کان پهرين پنهنجن آقائن جي تراز ۽ باهه جو شڪار ٿيا آهن. انهيءَ سلسلي ۾ مون چنيسر جو مثال ڏنو آهي، ته خلجين جي تراز جو شڪار سڀ کان پهرين چنيسر جو پٽ ننگر بنيو. قاضي قاضن ارغونن جو سات ڏنو ته سڀ کان پهرين ارغونن جي باهه جو نشان قاضي قاضن جو اولاد ۽ گهر بنيو. اڄ جي دور ۾ ڇا ٿيو سا سڀ ڪنهن پڙهندڙ کي خبر آهي. لاڪاڻ ۽ ٿوڙي جي جوڌن پوءِ جام شهادت پيتو، پر پهريون شڪار.... باقي سنڌ جي روح جي لاٽ باقي رکڻ لاءِ يُڌ جاري آهي. شال سدائين! سنڌ تنهنجي روح جي حياتيءَ جو گل سدا ٽڙندو رهي.

ڪڏهن سنڌ جي سينڌ ميري نه ٿيئي،

ڪڏهن موڙ تنهنجا نه مرجهائجن.( اياز)

عبدالواحد آريسر

15.12.1985

حيدرآباد

حالتن جو اثر انسان جي شعور جو تعين ڪندو آهي ۽ شخصيت جي تعمير پڻ. ان ڳالهه کي مدنظر رکندي مان هن ٽريءَ ماڻهوءَ جي شعور جي وسعت، اعليٰ تدبر ۽ اڻ ٽڪ جاکوڙ جهڙن وصفن لاءِ سندس انهن پيش آيل ۽ درپيش حالتن بابت سوچيندو، معلومات گڏ ڪندو ۽ کوجنا ڪندو رهان ٿو، جن شعور جي وسعت، سوچ جي گهرائي ۽ شخصيت جي تعمير ۾ سندس مدد ڪئي. جنهن هن جهڙي غريب جي پٽ کي، سنڌ جي روايتن جي ابتڙ، سنڌي قوم جي اڳواٽي ڪرڻ جو موقعو ڏنو. .... نه مان ڪڏهن به انهن حالتن جو عيني شاهد نٿو ٿي سگهان جن جو هن جي گرد گهيرو رهيو. جن سان الجهندي، اٽڪندي، ٽڪرائجندي سندس شخصيت جي تعمير ٿي. ها! مون کي جيڪڏهن ڪجهه اشارا مليا ته اهي آهن: سنڌ جي ميداني علائقن جو چيهه، واريءَ جي پِٽن جي شروعات، ٽري ڳاهه ٻوٽن جي ساوڪ ۽ هٻاءُ.... ميرانجهڙي مٽيءَ تي ٽڙيل پکڙيل پِڪا ۽ پنهوار.... مينهن جو اوسيئڙو، رڻ ۽ رات! جهڙ جي سمنڊ جي ڪاهه، واريءَ ۾ جذب ٿيندڙ بي نشان مينهن جي وسڪار گجگوڙ، کنوڻين جا کيل.... وچ جيئڻ چمڪات ڪندڙ پٽائيءَ جي رسالي جي لفظن ۾ عالمِ انسانيءَ جي گهٽائيءَ جي هتراڏو پيدا ڪيل بيوسي ۽ مجبوري، جنهن هيٺ قبضي ڪيل سنڌي قوم جي غلاميءَ کان آزاديءَ جي دل ڏاريندڙ رڙ آهه. جنهن ۾ آريسر جي آواز جو پڙاڏو به شامل آهي.

کر کٹا لاهي، سک نه ستا کڏهين،

کاهوڙين آهي، اوسيئڙو کنهن پنڌ جو. (شاهه)

متل ملاح

اِنساني مُعاشرو، قبائلي دور مان گذري، جنهن وقت جاگيرداري دؤر ۾ داخل ٿيو آهي؛ ۽ جنهن ڏينهن جاگيردارن جي مال، ملڪيت، عزت ۽ دولت جي حفاظت لاءِ منظم حڪومتن جو نظام وجود ۾ آيو آهي، اُن ڏينهن کان ئي مِلڪيت جي تحفظ لاءِ جن ادارن کي تخليق ڪيو ويو، تن ۾ پوليس، فوج ۽ عدالت به آهن. عدالت جي تاريخ ايتري ئي پراڻي آهي، جيتري جاگيرداري معاشري ۽ اُن جي محافظ حڪومت جي تاريخ پراڻي آهي. جاگيرداري دؤر جي عدالت جي بيجا ناجائز، غلط ۽ جانبداريءَ تي مبني فيصلن جي هاڃيڪار تباهي ۽ بَربادِيءَ جو داستان اِيڏوئي نفرت انگيز آهي، جيترو خونخوار، سَفاڪ ۽ درنده صِفت بادشاهن جي ڪارروائيءَ جو قصو.

اُن دؤر جي عدالت اِنساني تاريخ ۾ گهڻو ڪري هميشه بادشاهن حاڪمن ۽ اميرن جي سرپرستي تي رهي آهي. تاريخ جي هر دؤر ۾ عدالت سان اِنسانن جا تصور هميشه معصوميت سان پَرپور پئي رهيا آهن. ليڪن مون کي افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته جڏهن به ڪنهن مظلوم ماڻهوءَ عدالت جي خوبصورت جسم کي هٿ لائي ڏٺو آهي ته اها معصوم ڪنيا جي بدران عوام لاءِ هڪ طوائف ثابت ٿي آهي. عدالت جي انهيءَ روپ ڏسڻ جي باوجود تاريخ

جي ٻڳهي سفر ۾ هر محب وطن انقلابيءَ يا مظلوم ماڻهوءَ کي ان جي ڪٽهڙي ۾ پنهنجيءَ مرضيءَ سان يا زوريءَ ملزم جي روپ ۾ بيهڻو پيو آهي. گويا، حق ۽ باطل جي تاريخي جنگ ۾، ظلم ۽ انصاف جي ٻڳهي ويڙهه ۾، آزادي ۽ غلاميءَ جي آڻ ڪٽ ٽَڪر ۾، رجعت ۽ پسندي ۽ انقلاب جي فيصله ڪن تَصادم ۾، عدالت هڪ گذر گاهه هڪ لنگهه، هڪ لڪ ۽ هڪ گهيڙ پئي رهي آهي، جتان گذرڻ هر حق پرست لاءِ لازمي ٿيو پوي.

مون جنهن وقت، پنهنجي مظلوم عوام ۽ ڏتڙيل قوم جي حقنجي حاصلات لاءِ جدوجهد جو آغاز ڪيو، اُن وقت به منهنجي ذهن ۾، عدالتجي اِها سرگذشت، پوري تاريخي پس منَظرَ سان موجود هئي. پوءِ به هڪ ڳالهه جي تمنا منهنجي دل ۾ شدت سان موجود پئي رهي ته جنهن وقت آءٌ رينجرن ۾ جڪڙجي عدالت ۾ آندو وڃان، اُن وقت منهنجي باري ۾ فيصلو ڪرڻ وارو ڪوڏاريو هجي؛ ۽ جڏهن مان عدالت جي خوبصورت دوشيزه کي طوائف جي روپ ۾ ڏسان ته اُن جي لڄ لٽيندڙ منهنجي سادي ۽ سٻاجهي قوم جا فرد نه هجن؛ ڇو ته مون کي پنهنجي قوم جي هر فرد سان پيار آهي، هَر ماڻهوءَ لاءِ منهنجي مَنِ ۾ ماڪيءَ جون لارون آهن؛ هر ڏوتيءَ لاءِ منهنجي ڏيل جي ڏيهه ۾ چاهت جا چاڻا آهن، ۽ آءٌ انگريز شاعر شيڪسپيئر جي هن مقولي جو پيروڪار رهيو آهيان ته:

”اَي اِيگلستان! آءٌ تنهنجي غدارن سان به محبت ڪريان ٿو.“

خود سنڌي عوام جي لافاني رهبر ۽ رهنما جي پيغام ۾ به مون کي اِهو ئي پيغام مليل آهي:

”جيهاڪي تيها، مارو مون مجيا!

ليڪن مون کي افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته منهنجي اِها خواهش ۽ تمنا به پوري نه ٿي سگهي. يعني منهنجي متعلق، منهنجي ڪاز (مقصد) جي متعلق، منهنجي نصب العين متعلق، ۽ سنڌي عوام جي تاريخي جدوجهد جي باري ۾ فتويٰ ڏيڻ، فيصلي ڪرڻ، ۽ سنڌي عوام جي خواهشن ۽ تمنائن کي صحيح يا غلط قرار ڏيڻ يا بيڏوهي ثابت ڪرڻ لاءِ جيڪي قابل احترام اِنسان، منهنجي سامهون آيا آهن. سي اُنهيءَ سادي سودي، اٻوجهه ۽ پنهنجي ديس ۾ ڌارئي بنايل، سنڌي قوم جا فرد آهن. ها، تاريخ ۾ ڪڏهن ڪنهن قوم جي وجود کي ميسارڻ، مٽائڻ ۽ صفحئه هستيءَ تان نابود ڪرڻ لاءِ اُنهيءَ قوم جي فَردن کان فيصلا ڏياريا ويندا آهن.

تاريخ جي ڊگھي سفر ۾ عدالت جيڪي فيصلا ڏنا آهن، تن کي وقتي طرح ته ساراهيو ويو؛ ۽ اُنهن جي اِنصاف پسندانه معقوليت جي واکاڻ جا ڍڪ پريا ويا هئا. اهڙن فيصلن جي خلاف آواز بلند ڪندڙن کي توهين عدالت جا ڏوهي قرار ڏئي ماريو ويو، ۽ سزائون ڏنيون ويون. پر انساني شعور جي بالغ نظري ۽ تاريخ جي بيرحم وَهڪري ثابت ڪري ڏيکاريو ته اِهڙا فيصلا خود انسانيت جي توهين، ديانتداريءَ جي بي عزتي ۽ اِنصاف جي ڪومل ڳَل تي پرپور چمات مثل هئا. ۽ اهڙا فيصلا ڪندڙ جَج، مصنف، عالم ۽ پادري، اڄ ويهين صديءَ ۾ لعنت جي ڦاسيءَ تي هميشه لاءِ ٽنگيا پيا آهن، ۽ عدالت جي وجود تي ڪوڙهه جو داغ ثابت ٿي چڪا آهن.

تاريخ ۾ مون کي شهنشاهي دور جي اندر اهڙا ڪافي جج، منصف، مفتي ۽ عالم سمجهن، جن جا قلم، بادشاهن جي بي لغام خواهشن جي راهه ۾ رڪاوٽ بنجڻ بدران اُنهن جي خواهشن جو پورائو ڪندا رهيا آهن. ويندي ايتريقدر جو پاڪستان جي مشهور اولياءُ بهاؤالدين ذڪريا ملتانيءَ جو جانشين، تغلقن جي دور ۾ ملتان جو قاضي القضات (چيف جسٽس) هو؛ تنهن به فيروزشاهه تغلق جي خوانخوار ۽ سفاڪ حڪمرانيءَ تي جواز جي مهر هڻي ڇڏي هئي. مون وٽ هتي جيل ۾ گهربل مواد ناهي، پر اڳ جي مطالعي جي آڌار تي آءٌ چئي سگهان ٿو ته دهليءَ جي حڪمرانن هٿان سنڌ کي تباهه ڪرائڻ وقت تغلق دربار ۾ هڪ ٻيو شخص ”محمد عثمان مرونديٰ“ به موجود هو، جنهن کي اڄ ڪلهه جي دور ۾ لعل شهباز ۽ ’سنڌ ڏٽي‘

ڪوٺيو پيو وڃي، ان مثال ڏيڻ مان، مقصد صوفياء ڪرام جي توهين ۽ سندن مرتبي کان اِنڪار ڪونهي.

اِنسانيت جي ڊگهي سفر ۾ رڳو صوفين سڳورن جو حلقو آهي، جن جي عظمت جي محرابن ۾ منهنجي پيشاني سجدا ڪرڻ لاءِ هر وقت اُتي ۽ آماده رهندي آهي. وقت جي جانر ۽ خود غرض حڪمرانن جي خواهش ۽ خوشي پوري ڪرڻ لاءِ جڏهن اهڙي عظيم الشان جماعت جا فرد به تيار ٿي پون ته پوءِ ٻئي ڪنهن جي ڪهڙي مجال آهي.

برصغير جي مشهور مفڪر مولانا ابوالڪلام ’آزاد‘ لکيو آهي:

”ايشيا ۾ مذهب هميشه سياست جي اثر هيٺ رهيو آهي. ڪيترن حق پرستن جي سياسي قتل تي مذهب جي سفيد چادر وجهي اَصلي سببن کي لڪايو ويو آهي، ۽ سچائيءَ جي علمبردار اِنسانن جي قتل ۾ بادشاهه جي تلوار سان گڏ، مفتي، قاضي ۽ عالم جو قلم پوري ريت شريڪ رهيو آهي.“

مولانا جي انهيءَ راءِ تي صرف ايترو اضافو ڪندس ته مفتيءَ جو قلم نه رڳو ايشيا ۾ بادشاهه جي تلوار جي تابع رهيو آهي، پر يورپ ۾ به صداقت جي علمبردار اِنسانن جي

رت ۾ ٻڏل رهيو آهي.

جج جي قلم جي ڪارستاني ڪان نه پيغمبر بچيا آهن ۽ نه وري سياستدان ۽ سائنسدان. جج جي قلم ئي مسيح، کي ڦاسيءَ تي لٽڪايو. يوسف کي يارهن سال جيل جي حوالي ڪرايو سقراط، کي زهر جو پيالو پياريو، ۽ ابراهيم کي آڙاهه ۾ اُڇلايو.

اَڄ مسيح جي صليب، يوسف، جو قيد خانو، ابراهيم جو آڙاهه، ۽ سقراط جو پيالو، انساني جدوجهد جون علامتون بڻجي، عالمي اَدب ۾ بنيادي جاءِ والاري چڪا آهن.

حڪمران ٽولن، جڏهن به دليل جي ميدان ۾ شڪست کاڌي آهي، تڏهن جلادِ جي تلوار ۽ جج جي قلم کي ميدان ۾ آندو اٿن. اِهي هٿيار اُن وقت به استعمال ٿيندا رهيا ٿي، جڏهن انساني شعور ٻارڙن وانگر ٻانبڙاٽيون پائي رهيو هو؛ ۽ اَڄ به استعمال ٿيندا رهن ٿا، جڏهن ته اِنساني عقل ۽ شعور، مريخ ديوتا کي فتح ڪري ورتو آهي.

سن 276ع ۾ ايران جي بدترين ظالمانه ۽ غاصبانه شهنشاهي نظام مان غريب عوام کي ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ هڪ عظيم الشان مفڪر عوام دوست تحريڪ جي شروعات ڪئي هئي؛ ۽ هڪ اهڙو فڪر ۽ فلسفو دنيا جي

اڳيان رکيو هئائين، جنهن مان نوي سيڪڙو عوام خوشحاليءَ سان همڪار ٿي سگهيو ٿي. وقت جي حاڪم ٽولي، مذهبي مهندارن کان فتويٰ وٺي، اُن اِنسان جي جيئري کل لهرائي ڇڏي. اِهو انسان تاريخ ۾ حڪيم مانيءَ جي نالي سان مشهور آهي، ۽ اُن جي فلاسافيءَ تي باقاعدي تحقيقاتي اِدارا ڪم ڪري رهيا آهن. ”ماني،“ اڄ علم ۽ فڪر جي دنيا ۾ پنهنجي حياتيءَ کان وڌيڪ زنده آهي، ۽ اِنساني قافلي لاءِ روشنيءَ جو مينار بنجي ويو. ۽ اُن جي خلاف فتويٰ ڏيندڙ فتويٰ نويسيءَ سميت تاريخ جي اِهڙي اُونداهي غار ۾ گم ٿي چڪا آهن، جتي جي خبر ڪنهن کي به ڪانهي.

سن 41ع ۾ اسپين جي اَديب سينيڪا لکيو:

”پيدائشي ذريعن جي حاڪمن جي هٿ ۾ منتقلي ڪائنات جي فطري حسن کي داغدار ڪري ڇڏيو آهي.“

پيداواري ذريعن جي نجي هٿن ۾ مُنتقلي ڌار ڳالهه آهي، حاڪمن جي هٿ ۾ هجڻ نرالي ڳالهه آهي، رياستي ۾ قبضي هجڻ جدا ڳالهه، ۽ قومي ملڪيت ۾ وٺي باقاعدي رٿابندي ذريعي عوام جي مفاد وٽان استعمال بنهه نرلاي ڳالهه آهي. پوئين ڳالهه هن دور جي سخت ضرورت آهي. بادشاهيءَ ۽ جاگيرداري دؤر ۾ پيداوار جو هر ذريعو حڪومت وقت جي ملڪيت هوندو هو. سينيڪا انهيءَ

متعلق لکيو آهي:

”ماڻهن پنهنجي بچاءَ لاءِ حاڪم پيدا ڪيا، ليڪن حاڪمن اِنسانن کي زندگيءَ جي ذريعن کان محروم ڪرڻ شروع ڪري، بيشمار برائين، بدڪردارين، نند وڏاين ۽ ظلمن جي زنجير ۾ اِنسانذات کي جڪڙي ڇڏيو آهي.“

اِيتري لکڻ جي جرم ۾ وقت جي پادرين، رومي شهنشاهه نيروءَ جي حڪم تي سينيڪا، لاءِ آپگهات جي سزا تجويز ڪئي. جنهن سزا کي هن باضمير اِنسان خوشيءَ سان قبولي، آپگهات ڪري، پنهنجي ضمير ۽ فڪر کي موت کان بچائي ورتو. جيڪڏهن هو بادشاهه جي آڻ مڃي ها ته پڪ سان سندس جسم ته بچي پوي ها پر سينيڪا جي بوتي ۾ اِبن الوقت پادري هجي ها ۽ تاريخ جو مست هاٿي ڪيس بيابان ۾ چيپاٽي اُڇلائي ڇڏي ها؛ ۽ اَج دنيا جون لائبريريون، سينيڪا جي ڪتابن کان خالي هجن ها!

چوڏهين صديءَ عيسويءَ ۾ يورپ اندر هڪ شخص، ”جان پال“ ڏتڙيل، لاچار، بيوس ۽ مظلوم عوام جي عزت خوشحالي ۽ زندگيءَ جي مسرتن مان لطف آندوز ٿيڻ جو پروگرام کڻي ميدان ڪارزار ۾ نڪتو. هن جي هر گفتي، هر جملي ۽ هرست، غاصب، ڦورو ۽ پرمار حاڪمن ۽ اُنهن جي چمچن جي عشرت ڪدن ۾ باهه لڳائي ڇڏي. هن جي پروگرام ۾ غريب ماڻهن، پنهنجي قسمت بيدار ٿيندي ڏٺي.

نتيجي طور حاڪمن، وقت جي عدالت کان هن جي جيئري جلائڻ جي سزا منظور ڪرائي، ڪيس جيئرو جلايو ويو.

موجوده جيڪو سلوا ڪيا جنهن تي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو سرخ ڦريرو ڦڙڪي رهيو آهي؛ جنهن جيڪو سلوا ڪيا، جي هر گهر ۽ گهٽيءَ ڪي نازي، درندن ساڙي ناس ڪري ڇڏيو هو؛ ۽ جنهن چيڪو سلوا ڪيا. 20 صديءَ ۾ جيولس فيوچڪ، ڪي جنم ڏنو، جيڪو نازين جي ڦاسيءَ جي تختي تي به ”مادر وطن زندهه باد“ جا نعرا هڻي پنهنجي سرزمين جي آزاديءَ لاءِ قربان ٿي ويو. اُنهيءَ چيڪو سلوا ڪيا، ۾ حاڪمن، شهزادن، جاگيردارن، سردارن ۽ مفت خورن جي ظلم ۽ جبر جي خلاف احتجاج، للڪار ۽ نفرت جو طوفان بنجي هڪ شخص ”جان همس“ نروار ٿيو هو، جنهن کي رومي عيسائين جيئرو ساڙائي ڇڏيو. اِهو واقعو سن 1415ع ۾ ٿيو هو ۽ اَڄ ڇهن صدين گذرڻ کان پوءِ چيڪ عوام، اُن رهنما کي ”غريبن جي محبت جو شهيد“ قرار ڏنو آهي.

جرمني، جنهن کي آڄ جو ٻار ٻار، هٽلر جي ڪري ڄاڻي سڃاڻي ٿو. ها اِنهي ساڳي ”نتشي ۽ هيگال“ جي جرمني، ”فيڊرڪ“ ۽ ”سمارڪ“ جي جرمني، ”ڪارل مارڪس“ ۽ ”اِينگلز“ جي جرمنيءَ ۾ به عدالت جي ڪارستانين جا بيشمار داستان موجود آهن. اِتي هڪ پادريءَ موئنزر، نوابن، نوابزدان رئيسن ۽ سَرن جي خلاف هارين جي مسلح بغاوت جي اڳواڻي ڪئي. هارين جي شڪست کان پوءِ

موئنزر کي گرفتار ڪري عدالت ۾ آندو ويو. عدالت سڳوريءَ سندس عضوا وڍڻ کان پوءِ پينهين سرمون بنائڻ جي فتويٰ ڏني. اهڙي طريقي سان پنهنجي وقت جي هن لافاني اِنسان جا عضوا وڍيا ويا، ۽ پوءِ ڪيس سرمون بنايو ويو.

فرانسيسي، ڪليسا ”جوان آف آرڪ“ کي جيئري ساڙائي ڇڏي تي، ليڪن اڳتي هلي، ڪليسا کي ”جوان آف آرڪ“ جي عظمت جي اڳيان جهڪڻو پيو.

اهو سمورو داستان مون قديم ۽ دقيانوسي مغرب جي باري ۾ بيان ڪيو آهي. ليڪن جديد مغرب جنهن کي علم، تهذيب، فن ۽ روشنيءَ جو مينار ڪوٺيو ٿو وڃي، ۽ اسان جو پورو عدالتي نظام اُتان جو ئي نقل آهي، اُتي به غريب لاءِ انصاف ايترو ئي مهانگو آهي، جيترو اَڇوت لاءِ برهمڻ جي ڇوڪريءَ سان شادي-!

آمريڪا، ۾ شيدين جي رهنما مارٽن لوٿر جونيئر کي پورو هڪ سال بس ۾ ڪارن لاءِ ويهڻ جي جاءِ حاصل ڪرڻ لاءِ هڙتال ڪرڻي پئي. آمريڪي حاڪمن ويٽنام ۾ چاليهه لک اِنسان قتل ڪرايا، ليڪن آمريڪي جج خاموش رهيا. فرانس الجزائر ۾ پندرهن لک اِنسان مارايا، پر فرانسيسي عدالتون ۽ جج ڏسندا رهيا. انگريزن، ڪينيا ۾ هزارين ماڻهو مؤت جي واديءَ ۾ هميشه هميشه لاءِ سمهاري ڇڏيا،

پر برطانوي ججن جي ڪنن ۾ ڪڇھ رهي. ها، انهيءَ برطانيه ۾ جليا نوالا باغ، جي اندر سوين اِنسان قتل ڪندڙ ”جنرل ڊائر“ کي وڏيءَ پارٽيءَ ۾ سوني تلوار جو اعزاز ڏنو ويو، ۽ اُتي جا جج پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿي، سندن سرزمين جي بگھڙ صفت خوني درندي جي عزت افزائيءَ تي تاڙيون وڄائيندا رهيا.

دنيا جا اُهي ملڪ جتي سون ورنيءَ ڌرتيءَ تي يورپي ملڪن جي فاتحن، سپاهين ۽ فوجين، فرزندانِ زمين کي ڪٺو، ڪيترن نوورنين کي رنڙ بڻايو، ڪيترن آبهم ٻارڙن جي مٿي تان پيءَ جي ڇانوَ ڦري ورتي، ڪيترن پيئن کان سندن ڳيرو، پٽ جدا ڪيا ۽ ڪيترن مائرن کان سندن اکين جي روشني ڦري ورتي؛ ماڻهن جي جسمن تان ڪپڙا، وات مان مانيءَ جو گرهه ۽ زمين مان پيدا ٿيندڙ اَناج لٽيو ويو ۽ زمين جي اِنچ اِنچ کي بارود جي دونهن سان بدبودار بڻايو ويو، اِتي جي هر انڌيءَ ماءُ، هر بيحال بيوهه، هر جهور پوڙهي پيءُ، ۽ هر يتيم ٻار جي آهن ۽ دانهن جي ڪنهن دادرسي ڪئي؟ ڪنهن اُنهن جا ڳوڙها اُگهيا ۽ ڪنهن انهن کي آٿت ڏنو؟ فضائن ۾ پٽڪندڙ اُهي آهون ۽ دانهون، ڇا انهن ججن کي معاف ڪري ڇڏينديون يا پنهنجي آتشين گهيري ۾ نه ونديون، جيڪي انصاف جي مقدس مسند تي ويهي فرزندان زمين کي سزائون ڏيندا رهيا آهن ۽ جن جي فيصلن اِنساني اُمنگن جي ڦلواريءَ تي بلڊوزر گهمايا آهن؟ يورپ ۽ آمريڪا جا جج ڪنن مغربي عورت کي مڙس کان جدائيءَ جو سرٽيفڪيٽ اِنهيءَ بنياد تي ڏيئي، دنيا ۾ پنهنجيءَ اِنصاف پسندي جي ڌاڪ ٿا ڄمائين ته: ”ان

عورت کي سندس مڙس بنا اجازت چمي ڏني هئي.“ ليڪن جنرل ميڪارٿر لاءِ ڪا به سزا تجويز نه ٿا ڪن، جنهن جي زير، ڪمان آمريڪي فوجي زناباالجبر جي ذريعي پنجاهه، هزار جپاني ڪنوارين کي پيٽ سان ٿا بنائين! مغرب جا جج ڪنهن ماڻهوءَ کي جس بيحا، ۽ رڪنڊڙ پوليس آفيسر کي فوري طور ڀسمس ڪرڻ، پنهنجي روايتي انصاف پسنديءَ جو مظاهرو سمجهن ٿا، ليڪن اُنهن ملڪن جي فاتحن، سؤ سالن تائين برصغير جي عوام کي، پنج سؤ سال آفريڪا جي عوام کي ۽ ڏيڍ سؤ سال هند چينيءَ جي قومن کي جس بيجا ۾ رکيو اُنهن حاڪمن جي ڪردار جي باري ۾ جج صاحبن جي وات ۾ مگ پئجي ويا هئا، جيڪي اجا تائين نه نڪتا آهن، اِنصاف ۽ عدل جي باري ۾ مغرب جي عدالت جو تاريخي جائزو پيش ڪرڻ کان پوءِ هاڻي آءٌ مشرق جي عدالت جي باري ۾ ڪجهه گذارش ڪرڻ چاهيان ٿو.

* مشرق، جنهن کي پيغمبرن جو گهوارو چئي سگهجي ٿو. مشرق، سورج ديوتا جي سرزمين؛ مشرق، تهذيب ۽ تمدن اَمن ۽ انسانيت، گيت ۽ سنگيت، فن ۽ فلسفي جي سر زمين رهي آهي؛ جتي آدم کان وٺي حضرت محمد صلعم تائين پيغمبرن، ۽ ڪرشن کان وٺي مهاوير (جين) تائين رشين جي ذريعي عدل ۽ انصاف، سچ ۽ سونهن جي تبليغ ٿيندي رهي آهي. دنيا جي اهڙي خطي ۾ به عدالتون، عام طرح تن مذهبن جي قانون ۽ روايت جي ماتحت رهيون آهن. اسلام، هندو ڌرم ۽ ٻڌرم.

هندو ڌرم جي عدالتن جو پورو نظام ۽ سرشتو ويدن ۽ منو شاستر جي تعليم جي ڪري پنڊتن ۽ مذهبي پورهيتن جي هٿ ۾ هوندو هو. جن ۾ صرف اُتم جاتي جي فردن جي عزت ۽ مرتبي جي حفاظت ڪئي ويندي هئي. ننڍي جاتي ۽ نيچ طبقي جي انسان جي نه عزت هئي، نه حفاظت. ڪِريل طبقن جي انسانن جي ڀلائيءَ ۽ بهبوديءَ خاطر جنهن به انسان جدوجهد ۽ جاکوڙ جي شروعات ڪئي ٿي ته اُن کي ٽهڪندڙ تيل جي ڪڙاهين ۾ وجهي ساڙيو ويندو هو. راجا کي خدا جو اوتار سمجهي، سندس ذات کي هر نقطه چينيءَ کان مٿانهون، مقدس ۽ پوتر سمجهيو ويندو هو. هندو ڌرم جي پنڊتن، برهمڻن ۽ پروهتن جي انهيءَ غلط، رياڪاريءَ سان ڀرپور ۽ انسانيت جي توهين تي مبني روش جي ردعمل ۾ ٻُڌ ڌرم، جو آغاز ٿيو. ان ڌرم جا جاتين ۽ فرقن جي اونچ نيچ جي خلافڙارن، مؤثر تعليم هئي. مهاتما ٻڌ، خود هڪ شهزادو هو، جنهن بادشاهن جي درٻارن، حرمسرائن ۽ ديوان خانن جي اندر جنم وٺندڙ هزارها الف ليليٰ داستانن جو ويجهڙائيءَ سان مطالعو ڪيو هو. هن راڻين جي اَبروءَ جي اشاري سان ٻانهين ۽ غلامن جا سر قلم ٿيندي ڏٺا هئا. هن پنهنجي پتاجيءَ جي فوجن ۽ سپاهين جي يلغارن سان اِنساني زندگيءَ جو خاتمو، کيتن جي ويراني، ڳوٺن جي تباهي ۽ شهرن جي اُجڙجڻ جو معائنو ڪيو هو. شهنشاهه جي حڪم تي کهڙيءَ ريت جو تشين جون پوٿيون، پنڊتن جا شاستر، وزيرن جون تدبيرون ۽ درٻارين جي دانائي گڏ ٿي، ڪنهن ملڪ، صوبي، شهر ۽ رياست جي تباهيءَ لاءِ جواز جي سند ثابت ڪنديون هيون، سا ڳالهه به نوجوان شهزادي جي اکين اڳيان روز مرهه پنهنجي پوري فريب ڪاريءَ سان گذرندي

رهندي هئي.

مهاتما ٻڌ کي عام طرح تارڪ دنيا ۽ سياسي سڌيو ويو آهي. جنهن جي فڪر، فلسفي ۽ نظريي ۾ دنيا، دولت، گهر ٻار، شادي ۽ شاهيءَ جو ڪو به تصور ڪو نه آهي. اِنهي ڪري دنيا وارن هن کي هڪ منفي پروگرام رکندڙ لاتعلق صوفي پئي سمجهيو آهي. هن ڳالهه ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته ٻڌ جي فلسفي ۾ دنياداري ۽ حڪومت جو تصور انوکي نوعيت جو آهي، جيڪو وقت جي هالو چالو رسمن ۽ رواجن جي بنهه ئي اُبتڙ آهي ۽ مهاتما ٻڌ، جي پوري عظمت اِنهي نرالائپ ۾ ئي پوشيده آهي.

سندس هڪ پوئلڳ مهاراجا اشوڪ پوري برصغير تي اڌ صدي حڪومت ڪئي. پر انهيءَ اڌ صديءَ ۾ هن جنگ صرف هڪ وڙهي جنهن کان پوءِ جنگ کان توبهه ڪري ڇڏيائين.

هن دانا ۽ راز ۽ حڪيم انسان سمجهي ورتو هو ته ڪائنات ۾ بگاڙ، ڇو آهي؟ دنيا جو حسن دونهاٽيل ڇو آهي؟ اِنساني زندگي ڏکن جي ڇِڪيا ڇو آهي؟ ماڻهوءَ جو من مونجهاري جي اَڳ ۾ ڇو جلندو رهي ٿو؟ اِنسان جي چهري تان اِطمينان ۽ مسرت جون ريکائون ڇو ماتهي صدائون بنجي ويون آهن؟ هن ڄاتو ٿي ته انهيءَ پوري درد جي ڪٿا جو واحد ۽ اَڪيلو سبب، مايا جو موهه ۽ زندگيءَ جون بي

لغام خواهشون آهن، جن کي ذاتي ملڪيت جي حصول جو شوق ئي وڌائيندو آيو آهي. اِنهيءَ شوق ملڪيت جي تحفظ لاءِ پٽيلن، مُکين، اربابن رئيسن، راجائن، پرڌان منترين ۽ سيناپتن کي جنم ڏيئي، اِنسان کي کيترين، ويشن ۽ شودرن ۾ تقسيم ڪري، پنڊتن، پروهتن ٻانيٽن، ٻاون ۽ برهمڻن جي بالادستيءَ ۽ تقدس جي ظالمانه نظام جي هڪ مضبوط زنجير سان اِنساني معاشري جي جسم کي سوگهو ڪري ڇڏيو آهي.

هن انهيءَ پوري سرشتي ۽ سسٽم کي ڊاهڻ لاءِ ’تياڳ‘ وارو اصول پيش ڪيو. مسيح جي پيدائش کان اڍائي سؤ سال اڳ جي هندوستاني سماج لاءِ اِنساني مساوات تي مبني اِهو نظريو ترقي پسندانه هو، جنهن، وقت جي حاڪمن ۽ مذهبي مهندارن جي رنڊڪ ۾ رولو وجهي ڇڏيو، ۽ هنن محسوس ڪيو ته جيڪڏهن ٻڌازم هتي زور ورتو ته غريبن، مسڪينن ۽ ڏتڙيل اِنسانن جي رت سان تعمير ٿيل قصر شاهي زمين بوس ٿي ويندا، ۽ مذهبي مهندارن جي هڪ هٿيءَ جو ڪوٽ جُهرڻ ۽ ڀُرڻ لڳندو. تن ٻڌازم جي سلي کي وڏي وڻ ٿيڻ کان اڳي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجون سموريون قوتون ۽ طاقتون اِستعمال ڪيون. اُنهن قوتن ۽ طاقتن کي منهن ڏيڻ لاءِ ٻوڌين، مهاتما ٻڌ جي اُصولن کان روگرداني ڪندي، حڪومت هٿ ڪرڻ لاءِ پنهنجون ڪوششون ۽ ڪاوشون تيز ڪري ڇڏيون. نتيجي ۾ هڪ ٻوڌي شهنشاهه اَشوڪُ، پوري برصغير جو حڪمران بنجي ويو. اُنهيءَ ٻوڌي حڪمران جو دؤر رعيت لاءِ هندوستان جي اُتهاس ۾ سونهري دؤر ڪري ليکيو وڃي ٿو. اُن کان

پوءِ سنڌ ۾ ٻوڌين جي حڪومت قائم ٿي، جنهن جي آخري حاڪم راءِ سهاسيءَ جي موت تي برهمڻ گهراڻي جي پهرئين حڪمران، چچ جي ڏينهن ۾ برهمڻن، ٻوڌين جو خاتمو ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيون. برصغير مان جيئن ئي ٻوڌي حڪمران ختم ٿيا، تيئن ئي پنڊتن جي فتويٰ بازين ۽ فيصلن جي بنياد تي حاڪم ڌرين، ٻُوڌين جو قتلام شروع ڪري ڏنو. نتيجي ۾ ٻوڌي ڀڪشو، ڀڄي وڃي ٻيا وارن ملڪن ۾ لِڪا. هيءَ حيرت انگيز ڳالهه آهي ته جنهن ملڪ ۾ ٻُڌ پنهنجي پيغام جي شروعات ڪئي، اُن ۾ اڄ ٻوڌي آڱرين تي ڳڻڻ جيترا مس وڃي بچيا آهن. اُن جو واحد سبب هندو ڌرم جي پڊتن ۽ برهمڻن جي تنگ نظري ۽ انصاف ڪشي ئي آهي. اِهو سڀ ڪم هنن عدل، انصاف، قانون ۽ اِيشور جي مرضيءَ جي نالي ۾ ڪيو، هندوستاني تاريخ ۾ ٻڌ ازم جي قانون جي نالي ۾ مذهبي اڳواڻن هٿان تباهي شرمناڪ حادثو آهي.

ٻوڌين جي آخري رياست تبت سن 1951ع ۾ چيني ڪميونزم جي ديو جو گرهه بنجي ويئي. اهڙيءَ ريت پوري فلسفي ۽ فڪر کي پنڊتن جي حڪم سان راجائن ۽ راڻن ختم ڪرڻ جون شرمناڪ ڪوششون ڪيون. ليڪن ٻڌ، اڄ انساني تاريخ جو لازوال هيرو آهي. هن جي منهن تي اها ئي سدا حيات طيانيت آهي. هن جي آتما، اڄ به هر انسانيت دوست انسان جي دل ۾ گردش ڪري ٿي. هو اڄ به امن ۽ انسانيت جي حلقن ۾ پنهنجو بسيرو ڪريو ويٺو آهي، ۽ اُن جا مخالف، دشمن ۽ ويري وقت جي چڪيا تي چڙهي هميشه لاءِ وقت جي ويرانن ۾ جل ڦوٽي وانگر گم

تي ويا آهن.

هندو ڌرم جي پنڊتن جا فيصلا، انساني، عقل جي جسم تي ڪوڙهه جي داغ وانگر هوندا هئا. هنن جي فتويٰ موجب مور مارڻ ته گناهه هو، ليڪن خوبصورت دشيزائن کي ڪاليءَ جي چرنن ۾ ڪُهي اُنهن جي رت کي ڪالي ديويءَ جي بت تي ڇڻڪارن، برڪت ۽ ثواب جو ڪم هو. ڳئونءَ جي ڇيڻي جي عبادت ڪرائيندا هئا، ليڪن هڪ اِنسان جي ڪنن ۾ اُن ڪريِ شيهو پرائي ڇڏيندا هئا، جو اُن بدبخت انسان، ويدَ جو ڪو اشلوڪ ٻُڌي ورتو هو....!

ڪجهه سال اڳ هندوستاني صوبي اُتر پرديش جي اسيمبليءَ ۾ اُنهن پنڊتن جي فيصلن ۽ فلسفي تي مبني ڪتاب ’رامائڻ‘ جا پنا ڦاڙي پيرن هيٺان لتاڙيا ويا ته اُهي هن صديءَ ۾ انسانيت لاءِ شرم ناڪ آهن. جنهن ڪتاب کي اڄ جو هندوستاني سياستدان پنهنجي ملڪ ۾ تهذيب لاءِ شرمناڪ سمجهي ٿو، اُن ڪتاب جا خالق ڪنهن وقت هن ديش جا بااثر منصف هئا، ۽ انهن جي فيصلي کان انڪار ڪندڙ يا انهن جي فيصلن تي ٽوڪبازي ڪندڙ کي توهين عدالت جو مرتڪب قرار ڏيئي، هاٿيءَ جي پيرن هيٺان اُڇلائي ڇچريو ويندو هو.

اسلام، انساني آزاديءَ ۽ مساوات جو اُهو آفاقي نغمو هو، جيڪو انقلابِ فرانس کان سوين سال اڳ بحرِ احمر جي

ڪناري تي هڪ ويران سر زمين جي پهاڙ جي غار ۾ تخليق ٿيو- ۽ ان جي مدر ڏُن مختصر عرصي ۾ صحراءِ عرب کان ديوار چين تائين ڪائنات جي دل ۾ سحر انگيز ارتعاش پيدا ڪري ڇڏيو ۽ جنهن جي پيغمبر صلعم اعلان ڪيو ته:

”اسلام جي عدالت ۾ جيڪڏهن فاطمه بنت محمد به مجرم بنجي آئي ته ان جو هٿ وڍيو ويندو.“

۽ جنهن نظام جي هڪ بي ريا محافظ، انصاف جي تقاضا کي مدنظر رکي، پنهنجي نوجوان پُٽ کي دُرا هڻائي مارائي ڇڏيو هو. انهيءَ نظام جي پيروڪارن جڏهن قبائلي سادي زندگيءَ مان نڪري جاگيرداري دُور ۾ قدم رکيو، تڏهن اسلام جو عدالتي نظام به پوريءَ ريت حاڪمن ۽ خليفن جي ڪيسي جي گهڙي ۽ هٿ جي ڇڙي بنجي ويو- ۽ مفتيءَ جو قلم، بادشاهه، خليفي ۽ امير المؤمنين جي اشاري تي ائين هلڻ لڳو، جيئن ملڪه زبيدهه جي تاڙيءَ جي آواز تي ڪدڙا غلام ڊوڙڻ لڳندا هئا.

اسلامي عدالتي نظام ۾ شخصي ۽ شاهي مداخلت جو سڀ کان پهريون نشان ۽ شڪار آلِ رسول ٿيو. يزيد جي ڊڪٽيٽرشپ، معاشري ۾ براين ۽ بدڪردارين جو چار پکيڙي، اخلاقيءَ بي راهه روي ۽ افراتفري پيدا ڪري ڇڏي هئي، ۽ مسلمان معاشري کي ”رومن امپائر“ جي نقش قدم تي هلائڻ جي رٿابنديءَ ۾ مصروف ٿي ويو. اهڙي جبر ۽

جفا جي سيلاب کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ لاءِ امام حسين، حق ۽ صداقت جو آواز بلند ڪيو. حسين جي ذاتي ۽ نسبي عظمت ايتري ته بلنديءَ تي پهتل هئي، جو يزيد لاءِ سنئون سڌو حُسين تي قدم کڻڻ مسئلو بنجي ويو. ان ڪري، هن اسلامي عدالتن جي ججن ڏانهن رجوع ڪيو. وقت جي حاڪم جي اشاري جي دير هئي. مفتين جي قلمن جو گهوڙو ڊوڙڻ لڳو، هڪ ٻن نه پر پورن ستر قاضين فتويٰ ڏني ته ”حسين، کي قتل ڪرڻ نه صرف جائز آهي، پر ثواب جو ڪم آهي!“ انهن عالمن هڪ حديث به ٺاهي ورتي، جنهن جا لفظ اوهان جي ڄاڻ لاءِ آءٌ نقل ڪري رهيو آهيان.

اِذَ ابويعَ لِخليفُتنُ فاقُلُوا آخر هُماه

(”يعني جنهن وقت خلافت جا ٻه دعويدار پيدا ٿي پون، ته پوءِ ان کي قتل ڪريو، جنهن دير سان دعويٰ ڪئي هجي.“)

عالمن جي انهيءَ فتويٰ جي بنياد تي حسين عليه السلام سان جيڪو ڪجهه وهيو واپريو، سو انساني تاريخ جو انتهائي دکدائڪ واقعو آهي- ۽ اڄ ڏينهن تائين انسانيت ان جي ماتم کان فارغ نه ٿي آهي. حسين، جي قتل ڪرڻ لاءِ فتويٰ ڏيندڙ قاضي سڳورا پاڻ کي ايتريقدر متقي ۽ پرهيزگار سمجهندا هئا، اهو هنن هڪ دفعي امام ابو حنيفه

کان پڇيو ته ”بي گناهه ماکوڙيءَ کي مارڻ ڪيڏو گناهه آهي؟“ امام ابو حنيفه جواب ڏنو ته: ”توهان جي بيشرميءَ ۽ ديده دليريءَ تي مون کي شرم ٿو اچي. اوهان جنهن وقت حسينءَ کي قتل ڪرايو، ان وقت اوهان کي ڪو به گناهه جو احساس ڪو نه ٿيو، ۽ اڄ هڪ ماکوڙيءَ مارڻ جي گناهه جو بار اوهان کي پريشان ڪري رهيو آهي...!“

اسلام جي قانون ۾ زنا جي سزا ڪنواري لاءِ هڪ سو دُرا ۽ پرڻيل لاءِ سنگساري آهي. اِهو اسلام جو هڪ ناقابل تبديل قانون آهي، جنهن کي قرآن ۾ وضاحت ۽ صراحت سان بيان ڪيو ويو آهي. ان قانون جي هوندي، حسين جي شهادت کان ڪجهه عرصو پوءِ مديني جي باغين کي سزا ڏيڻ لاءِ يزيد جون شامي فوجون مديني شريف ۾ داخل ٿيون. تنِ بي انداز، خونريزي ۽ ڦُرلٽ کان سواءِ فوجي درندن هَوس کان مغلوب ٿي پيغمبر اسلام جي آخري آرامگاهه واري شهر ۾ وحشين وانگر زنا ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ هڪ هزار عورتون زنا باالجبر (ريپ) سان حامله بنجي ويون. اُن واقعي تي واحد اسلامي حڪومت جا قاضي ۽ مفتي نه صرف خاموش رهيا، پر انهن مان ڪيترا انهيءَ عيش عام ۾ شامل رهيا آهن. اُهو واقعو سيني اسلامي تاريخن ۾ موجود آهي، ڪنهن خاص ڪتاب جي حوالي ڏيڻ جي ضرورت نٿو سمجهان.

بني اُميه جي ئي دؤر ۾ هڪ جليل القدر اصحابيءَ رسول

عبدالله بن زبير، مشهور ظالم ۽ سفاڪ گورنر حجاج بن يوسف جي ظلمن کان تنگ ٿي ڪعبة الله ۾ پناهه ورتي. ڪعبي لاءِ قرآن ۾ چيل آهي ته

”مَنُ دَخَلہ کَانَ آمِناًہ،“

يعني:

”جيڪو ڪعبت الله ۾ داخل ٿيو پوءِ اهو ڪيڏو ئي مجرم چو نه هجي تنهن کي امن ڏيو!“

اسلامي حڪومت جي ججن فتويٰ ڏني ته: ”وقت جي حاڪم کي ملڪي سياست ۽ تدبير عمليءَ ماتحت هر قدم کڻڻ جي اجازت مليل آهي.“ نتيجي طور حجاج، ڪعبت الله تي منجنيقن سان گولاباري ڪرائي، جنهن ۾ ڪعبت الله جي هڪ ديوار ڪري پيئي. عبدالله بن زبير، کي قتل ڪري، ٽي ڏينهن پورا سندس لاش کي چؤواٽي تي لٽڪايو ويو. ۽ اُهي ساڳيون ئي منحنيقون اڳتي هلي، ديول بندر جي مندرن کي ڍاهڻ ۾ ڪتب آنديون ويون.

هڪ ظالم ۽ خود غرض حڪمران کي پنهنجي حڪومت ۽ اقتدار جي سلسلي ۾ نه ڪعبي جي پرواهه هوندي آهي. ۽ نه وري مندر جي. بلڪل اهڙي اهڙي ريت پيسي ۽ عهدي جي غلام منصف، جج، قاضي، مفتي ۽ پنڊت لاءِ ڏوهي ۽ بي ڏوهي ڪابه حيثيت نه ٿا رکون. هن وٽ حاڪم جي رضا لاءِ قاتل کي باعزت بري ڪرڻ ۽ اِهنسا جي پرستار کي

موت جي سزا ڏيڻ پنهنجي دانشمندي جو معراج آهي. اِهو ساڳيو حال حجاج جي وقت جي مڙني قانوندانن جو هو. انساني، اخلاقي ۽ اسلامي نقطئه نظر موجب قتل جو مستحق حجاج بن يوسف هو، نه عبدالله بن زبير....!

حجاج، هڪ لک اٺاويهه هزار انسان پنهنجي هٿ سان قتل ڪرايا هئا. تنهن ڪري قُصاص ۾ هڪ لک اٺاويهه هزار پيرا ڪيس ڦاسي ڏيڻ ڪپندي هئي، ليڪن ”قانون هميشه حاڪم جي هٿ جو رانديڪو هوندو آهي، جيڪو ڪيس ڪو به نقصان نٿو پهچائي سگهي.“

قانون جي انهيءَ ڪردار تي هڪ گمنام مفڪر چيو آهي:

”قانون ڪوريئڙي جو ڄار آهي. جنهن ۾ مڇر ڦاسي پوي ٿو. ليڪن ڍڳو اُن کي ٽوڙي هليو وڃي ٿو. يعني، قانون ڪمزور جي بيوسيءَ تي ئي حرڪت ۾ اچي سگهي ٿو!“

هڪ ٻئي دانشور جو چوڻ آهي ته:

”قلم بادشاهه جي هٿ ۾ موت جو مرثيو، جج جي هٿ ۾ مظلوم جي مٿي لاءِ پٿر جو گولو ۽ شاعر جي هٿ ۾ زندگيءَ جو گيت هوندو آهي.“

قانون (مظلوم جي متي لاءِ پٽر جو گولو) جيڪو ابتدائي دؤر کان وٺي اڄ تائين انساني ميڄالن سان ليٽڙجي پنهنجي صورت ئي بدلائي چڪو آهي. اسلامي قانون موجب ٻن سڀين ييئرن سان هڪ ئي وقت نه نڪاح جائز آهي ۽ نه وري فڪ (FUCK) جيڪڏهن ڪو حيوان صفت انسان اهڙي فعل جو ارتڪاب ڪري ٿو ته اهو زاني آهي. ۽ سندس سزا سنگساري آهي، ليڪن بني اُميه، جي دؤر ۾ جڏهن اروڙ جي ڪَپَ تي شام ويلي ٻرندڙ ڏيئا، آخري پڙڪو ڪائي وسامي ويا.

عربي گهوڙن سرزمين سنڌ جي سيني ڪي هَلر وانگر ڳاهي وجي ملتان وٽ دنگ ڪيو ۽ سنڌوءَ جي سرسبز ڪنارن تي انساني خون سهاڳڻ جي سينڌ ۾ پيل سينڌور وانگر جرڪي رهيو هو. اُن وقت سنڌ جي حاڪم جون، ٻه راجڪماريون، چؤڪنيو ٻڌجي عرب حڪمران ”وليد بن عبدالملڪ“ جي دربار ۾ پيش ڪيون وڃن ٿيون. رسين ڪلڻ سان راجڪماريون اُٿي ويٺيون ته ڇڻ وِڄ وراڪو ڏنو. وليد، تاب نه سهي ٻنهي ڪي پنهنجي حَرم ۾ داخل ڪرڻ جو حڪم ڏنو ته ٺِڪ لاهڻ ڪان پوءِ هڪڙيءَ ڪي اڄ رات ۽ ٻيءَ ڪي سُيان رات استعمال ڪندس....! پوري درٻار مان ڪنهن قاضي، مفتي، عالم ۽ قانون ساز وليد جي انهيءَ فيصلي جي مخالفت ڪا نه ڪئي. ڇو ته مخالفت واريءَ صورت ۾ وليد جي تلوار جو ڪيس ڪاڄ بنجٽو پوي ها. ۽ اهڙي سزا لاءِ ته صرف سقراط ئي تيار ٿي سگهيو ٿي. نه حاڪمن جون پليٽون چٽيندڙ قاضي يا مفتي. جن پنهنجون

دليون حرام خوريءَ جون عادي بنائي ڇڏيون هيون. اهڙن ئي قاضين مفتين، عالمن، فاضلن، قانوندانن ۽ ججن لاءِ لطيف چيو آهي:

سَڌِ ڙيا شرابن جون ڪوهه پچارون ڪن،

جُه ڪات ڪلالن ڪيا، ته موٽيو پوءِ وڃن،

پڪُون سي پين، سِرَ جنين جا سَٽَ ۾! (شاهه)

اسلامي فقهه جو هڪ وڏو عالم ۽ فقيهه، قاضي ابُو يوسف هارون رشيد جي حڪومت ۾ چيف جسٽس هو. جنهن جو ڪم ئي هو، هارون رشيد جي لاءِ عورتن سان همبستريءَ کي جائز قرار ڏيڻ. پوءِ اها عورت پلي ڪٿي ڪنهن جي نڪاح ۾ هجي، طلاق جي عدت ۾ يا محرمات شرعيءَ مان هجي. انهيءَ جج صاحب جا واقعا تمام تفصيل سان مولانا ابوالڪلام آزاد جي ڪتاب نالي ”تذڪري“ ۾ موجود آهن.

اسلامي فقهه جي هڪ ٻئي وڏي امام مالڪ بن اُنس کي هڪ مسئلي جي اختلاف تان وقت جي مفتين، حاڪم وقت کان سخت سزا ڏياري.

اصلي مسئلو هيءُ هو ته حاڪم، ڪنهن غريب جي خوبصورت زال تي عاشق ٿي پيو. بادشاهه جي خواهش

پوري ڪرڻ خاطر اُن غريب کي چيو ويو ته: ”تون پنهنجي زال کي طلاق ڏي.“ پر هن انڪار ڪيو، جنهن تي ڪيس خوب مار ڏياري. طلاق جي دستاويز تي صحيح ڪرائي وئي. سيني قاضين ۽ مفتين اهڙي طريقي سان طلاق کي جائز قرار ڏنو ۽ حاڪم ان عورت سان شادي ڪئي.

اها خبر جڏهن هن خدا ترس ۽ فقير مُنش امام مالڪ کي پئي ته هن هڪم اعلان ڪيو. طلاقُ المڪروهه غيرُ واَقُع يعني (زبردستيءَ سان طلاق ملي نٿي سگهي.)

شهوت جي غلبي سان مغلوب حاڪم لاءِ هڪ بي نوا فقير جو اهڙو اعلان ناقابل برداشت هو. تنهن امير جي اطاعت جي انحرافيءَ جي ڏوهه ۾ ڪيس سخت سزائون ڏنيون. انهن مان هر سزا جي پرواني تي قاضيءَ ۽ مفتيءَ جي مُهر سان صحيح ٿيل هوندي هئي.

هارون رشيد جي دؤر ۾ هڪ سنڌي خاندان ايران مان ٿيندي بغداد پهتو هو. جنهن پنهنجي علم ۽ دانشمنديءَ جي ڪري بغداد ۾ وڏو مرتبو ۽ مان حاصل ڪيو ۽ عباسي حڪومت جي وزارت عُظميٰ جي رتبي کي رسيو، ليڪن اوچتو هارون رشيد ڏمرجي سواءِ هڪ پوڙهي عورت جي پوري خاندان کي بي گناهه قتل ڪرائي ڇڏيو.

هارون رشيد، جي انهيءَ ظلم ۽ بربريت، خونخواري ۽ خونريزي سفاڪي ۽ درندگي ۽ نسل ڪش پاليسيءَ تي ساري بغداد جا عالم، قاضي، مفتي، حڪيم ۽ فلاسفر خاموش تماشائي ٿي ڏسندا رهيا، رت وهندو رهيو. لاش سڙندا رهيا. زندگيءَ جو سدا بهار گلاب بادشاهه جي ڏمر جي ديوَ جي پيرن هيٺان چچربو رهيو. قرآن جي پوري تعليم ۽ فلاسافي اهڙي نسوري ناحق تي دانهون ڪندي رهي. ليڪن قاضين جي حُجرن، عالمن جي حُجرن ۾، مدرسن جي ايوانن ۽ مسجدن جي منبرن تي هارون رشيد کي محافظ دِين و ملت، امير المؤمنين جا خطاب ملندا رهيا ۽ سندس شان ۾ قصيدا پڙهبا رهيا. اُهو مقتول ۽ مظلوم خاندان تاريخ ۾ برمڪيءَ جي نالي سان مشهور آهي. يحييٰ برمڪي ۽ جعفر برمڪي جي واسطي سان هر علمي ماڻهو ان کان واقف آهي.

عباسين جي دور جي حڪمران مامون رشيد جي ڏينهن ۾ هڪ شخص احمد بن حنبل نج مذهبي معاملي ۾ وقت جي بادشاهه جي نظرياتي مخالفت ڪئي. بادشاهه سڀوري قاضين کان احمد بن حنبل جي باري ۾ فتويٰ طلب ڪرڻ کان اڳ وڏي مناظري جو بندوبست ڪرايو. جنهن ۾ احمد بن حنبل، سرڪاري ملن کي شڪست ڏني. ليڪن طاقت ڪڏهن به دليل کي تسليم نه ڪندي آهي. هو صرف پاڻ کان وڏي طاقت جي ئي آڏو جهڪڻ سگهي آهي. تنهن ڪري احمد بن حنبل جي ڳالهه مڃڻ جو ته سوال ئي پيدا نه ٿي ٿيو. سو ان کي سزو ڪرڻ لاءِ قاضين کان فيصلو ورتو ويو. قاضين چيو ته هن کي تعذير ملڻ گهرجي. باقي تعذير

جي نوعيت ۽ حد جو فيصلو امير المؤمنين تي ڇڏيل آهي. انهيءَ فتويٰ جي فيصلي ملڻ شرط جلاد گهرائي احمد بن حنبل جي پٺيءَ تي دُرا هڻايا ويا. هو عزم ۽ استقامت جو پيڪر دُرا کائيندي بيهوش ٿي ويو. پر پنهنجي نظر ئي ۽ موقف تان ڪين هٽيو. نيٺ ڪيس اُونداهيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ (جنهن کي موجوده جيل جو بند وارڊ چئي سگهجي ٿو.) بند ڪيو ويو. روزانو صبح جو سندس مٿي تي اٽي جا پنوڙا ٺاهي ان ۾ ٽهڪندڙ تيل وڌو ويندو هو ۽ پوءِ ڪانئس سندس نظريئي جي باري ۾ پڇيو ويندو هو. آخرڪار احمد بن حنبل جيل ۾ ئي اهڙيون سختيون سهندي مري ويو پر آڙ نه مڃيائين.

## ٿي تنِنين سين ڏيڻ موٽڻ جنين مِهڻو

آءٌ اعتراف ٿو ڪريان ته اڄ ڏينهن تائين آءٌ حڪمرانن جي انهيءَ فطرت کي سمجهي نه سگهيو آهيان ته هو اهو ڪيئن سمجهي ويٺا آهن ته انساني ارادي جي هماليه کي طاقت ۽ تشدد ذريعي پستيءَ ڏانهن موڙي سگهي ٿو. انساني دل جي سمنڊ کي جلاد جي تلوار سان خشڪ ڪري سگهجي ٿو. انساني مقصد جي آسمان ۾ گوليءَ ذريعي ٽُنگ ڪري سگهجي ٿو ۽ انساني دماغ جي وسيع صحرا کي جيل جي ديوارن ۾ گهُٽي ۽ روڪي سگهجي ٿو. ڇا هنن تاريخ جي هر دؤر ۾ ڏٺو ناهي ته دراوڙ جي قلم آرين جي ڀالي کي شڪست ڏني آهي. چنگيز جي يلغارن جي اٿرن کي ابن تيمير، جي فڪر واچوڙي وانگر اڏائي

ڇڏيو آهي. سڪندر جي طوفان لاءِ سنڌي عوام جو حوصلو موت جو پيغام بنجي ويو آهي. انگريز سامراج جي بم ۽ بندوق کي مهاتما گانڌي جي بک هڙتال مرڻ هار ڪري ڇڏيو. نازين جي يلغار کي جيولس فيوچڪ جي صاقت پچائي ڇڏيو آهي. زار جي توب کي روس جي مزدور جي هٿوڙي ناڪارهه بنايو آهي. ارغونن، ترخانن مغلن جي ڪٽڪن تي لطيف جي شاعريءَ ابدي سوپ ماڻي آهي. مون تاريخ جي روشنيءَ ۾ ڏٺو آهي ته طاقت استعمال ڪندڙ حاڪم ۽ ڊڪٽيٽر، زندگيءَ جي جنگاهه ۾ پوري قوت ۽ شوڪت سميت سچائيءَ کان شڪست کاڌي آهي. مون چنگيز کي وقت جي قاسيءَ گهات تي ٽنگيل ڏٺو آهي. مون سڪندر کي سڪندي ڏٺو آهي. مون سيزر کي خودڪشي ڪندي ڏٺو آهي. مون حجاج بن يوسف کي ڪُتي وانگر ڦٿ چتيندي ڏٺو آهي. مون ميسولينيءَ جي لاش کي روم جي بازارن اندر انساني پيرن جي ٺُڏن ۾ ڏٺو آهي. مون هٽلر کي تيزاب ۾ جلندي ۽ فرانڪو کي ڇڙيون هٽندي ڏٺو آهي. انهيءَ ڪري مون کي ظالمانه طاقت جي شڪست ۽ هار جو ايترو ئي يقين آهي، جيترو دنيا وارن کي رات جي ختم ٿيڻ جو....!

مامو الرشيد پنهنجي پر ۾ ابن حنبل کي ختم ڪري ڇڏيو، پر حنبل حق ۽ باطل جي جنگ ۾ هميشه لاءِ ڪامياب ٿي ويو. اڄ هڪ حڪومت سعودي عرب جو پورو نظام احمد بن حمبل جي فڪر جي روشنيءَ ۾ هلي رهيو آهي، ۽ مامونءَ جو پورو نظام ۽ تشدد صرف تاريخ جي ڪتابن ۾ مَڪ جي وِٿِ وانگر هجي ويو آهي. بني عباس جي

حڪومت ۾ عدالتي نظام جي اهڙيءَ ريت مٿي پليت ٿيندي ڏسي حق ۽ صداقت جي علمبردار عالمن، جج قاضي ٿيڻ کان ئي توبهه ڪري ڇڏي، جيئن ته فقهه جنفيءَ جو مشهور امام ’ابو حنيفه‘ جيڪو سنڌي هو. تنهن کي وقِت جي حڪمران قاضي القضات ’چيف جسٽس‘ جو عهدو آڇيو، پر امام صاحب، شاهي حڪومت ۽ عدالتي نظام کان پوريءَ ريت واقف هيو.

تنهن معذرت ڪندي جوابڏنو ته ’اوهان جي دؤر حڪومت ۾ پاڻ کي اهڙي عهدي جي لائق ئي نتو سمجهان.‘ خليفي صاحب چيو ’تون ڪوڙ ٿو هڻين.‘ امام صاحب جواب ڏنو ته: ”تنهنجي خيال ۾ جڏهن مان ڪوڙو آهيان، ته پوءِ هڪ ڪوڙو ماڻهو، ڪهڙيءَ ريت عدالت جي ڪرسي تي ويهي سگهي ٿو.“ ابو حنيفه، جي انهيءَ جواب کان مشتعل ٿي بادشاهه سلامت ڪيس عمر ڀر لاءِ قيد ڪرائي ڇڏيو. نتيجي طور سندس جنازو به جيل مان نڪتو.

موجوده دور جي مسلم دنيا ۾ اڪثر مسلمان، ابو حنيفه جي فڪر ۽ فلسفي تي مبني نظام ”فقه حنفي“ تي عمل ڪن ٿا ۽ دنيا جي مؤرخن هڪ بهترين قانونساز جي حيثيت ۾ ڪيس زبردست خراج عقيدت پيش ڪيو آهي. سندس ڪيترن ئي ڪتابن مان هڪ ڪتاب ’فقه اڪبر‘ دنيا جي چند مشهور ڪتابن مان هڪ آهي.

علم، فڪر، دانش، طب، رياضي، موسيقي ۽ حڪمت جي روشن ستاري ’ابونصر فارابي‘ جي نالي ۽ ڪارنامن ڪان اڄ علمي ...... هر شخص واقف آهي. نه رڳو مشرقي عالمن پر مغربي مفڪرن ۽ مستشرقين ڪيس ارسطوءَ ڪان پوءِ حڪمت، فلسفي ۽ منطق جو اَبو سڏيو آهي. انسانيت جي اهڙي (متاع عظيم) ڪي به محمود غزنويءَ مارائڻ جو منصوبو ٺاهي، ڪيس پنهنجي درٻار ۾ گهرايو هو، ڇو ته محمود غزنويءَ جي پگهاردار قاضين فتويٰ ڏني هئي، ابونصر فارابيءَ ڪي وقت ڪان اڳ ۾ خبر پئجي وئي. تنهن ڪري هن پڄي جان بچائي ۽ باقي عمر غزنويءَ جي شڪاري ڪتن (فوجي سپاهين) ڪان روپوش رهي گمناميءَ جي زندگيءَ ۾ گذاري ويو. (ڪتاب حڪماءِ عالم.)

برصغير ۾ اسلامي فتوحات ڪان پوءِ نندي ڪنڊ جي عوام کي اسلام جي نظام، عدل سان شايد ڪجهه خوبصورت اميدون وابسته ڪرڻيون پيون هجن پر اسلامي قاضين ۽ مفتين مان اڪثريت جي روين، فيصلن ۽ فتوائن مان هتان جي عوام کي جلد ئي محسوس ٿيو هوندو ته چندر گپت موريه، وڪرماجيت ۽ پرٿوي راڄ جي سرڪاري ججن ۽ محمد شاهه تغلق، علاؤ الدين خلجي، بابر، همايون، اڪبر ۽ اورنگزيب جي پگهاردار منصفن ۽ مفتين جي فيصلن ۽ ضمير فروشيءَ ۾ ڪو به فرق ڪونهي. هندستان جي هاڪاري بادشاهه محمد شاهه تغلق، جي انڌيرنگريءَ واري رواج جو پورو رڪارڊ آفريقي سيلاني ”ابن بطوطه“ پنهنجي سفرماني ۾ تفصيل سان بيان ڪيو آهي. اهو

بادشاهه پنهنجي پوري سفاڪيءَ ۽ خونخواريءَ سان گڏ انتها درجي جو پيٽوڙو هئو ۽ نٿي ۾ گهٽو پلو کائڻ سبب ڦاٽي مئو. انهيءَ بادشاهه ڪيترا دفعا سنڌ تي حملا ڪيا ۽ هتي جي معصوم ۽ اڻوجهه عوام جي خون سان هولي ملهائيندو رهيو.

”سنڌ سيڪريٽريٽ بلڊنگ“ تي انهيءَ بادشاهه جو نالو رکڻ سراسر غلامانه ذهنيت ۽ شهنشاهيت پرستيءَ جو ثبوت آهي. ان ڪري نئين سنڌ جو عوام نٿو چاهي ته سندن ڪاروبار هلائيندڙن جي مٿي تي اهو غلاميءَ ۽ بدترين شخصيت پرستي جو ڇٽ باقي رهي.

مشهور مغل بادشاهه اڪبر جي حڪومت جي چيف جسٽس جو نالو مخدوم عبدالنبي هو. ان ڪيترا عالم، درويش ۽ صوفي سڳورا پنهنجي فتوائن جي ذريعي قتل ڪرايا. جن ۾ هڪ تارڪ دنيا فقير ’شيخ علائي‘ به هو. جنهن پنهنجن مريدن ۾ رواج وڌو هو ته جيڪو جيترو ڪمائي سو سيني ۾ برابر ورهايو وڃي ۽ ڪو به مرد، عورت محنت ڪرڻ کان سواءِ نه ويهي.

مخدوم عبدالنبيءَ جو قلم حق پرست انسانن جي خلاف جلاد جي تلوار وانگر هلندو رهيو ۽ هو دولت گڏ ڪري قبرن ۾ پوري اِهو مشهور ڪرائيندو هو ته اِهي قبرون سندس ابن ڏاڏن جون آهن. برصغير جي وڏي اسلامي

حڪومت جي انهيءَ چيف جسٽس زڪوات ڪان بچڻ لاءِ عجيب قسم جو منطق ناهيو هو. اسلامي قانون موجب زڪوات اهڙيءَ ريت سان لاڳو ٿئي ٿي، جيڪا صاحب مال وٽ هڪ سال پورو رهي هجي. مخدوم عبدالنبي، چيا ڪندو هو جو سال جا يارنهن مهينا پنهنجي زال کي تحفي طور ڏئي ڇڏيندو هو. اها ياڳ پري سال جا باقي رهيل ڏينهن پورا ڪري پوءِ وري پنهنجي مجازي خدا، کي ڏئي ڇڏيندي هئي. اهڙيءَ ريت ڪنهن هڪ وٽ به دولت ڪي پورو سال نه گذرندو هو ۽ نتيجي طور ٻئي ڇٽا زڪوات ڏيڻ ڪان بچي پوندا هئا. اهڙي زهريلي نانگ ڪان هندوستاني عوام جي جان ٻن سنڌي فلاسفرن ۽ دانشورن ابو الفضل ۽ فيضي، آزاد ڪرائي. اهي ٻئي نوجوانيءَ ۾ مخدوم عبدالنبيءَ جي فتوائن جا ڏنگيل هئا، ۽ جان بچائڻ خاطر ڪيترا ڏينهن پنهنجي والد محترم ’شيخ مبارڪ سيوهاڻي‘ سان گڏ روپوش رهيا هئا.

(ڪتاب دربار اڪبري ۽ تذڪره ابو الڪلام).

ڏهين صدي هجريءَ ۾ ڪابل مان هڪ ظالم ۽ جابر شخص شاهه بيگ ارغون سنڌ ۾ سما، گهراڻي جي آخري حڪمران ڄام فيروز کي شڪست ڏئي پوريءَ سنڌ کي غلاميءَ جي زنجيرن ۾ بلڪل جڪڙي ڇڏيو. جيتوڻيڪ وقت جو حڪمران طبقو پنهنجي نااهليءَ سبب شڪست کائي ويو. ليڪن سنڌ جي بهادر عوام ۽ دلير انسانن سنڌوءَ جي ڪنارن، سنڌ جي ٻيلن، ٿر جي پٽن، ماٿرين ۽ پهاڙين ۾ سنڌ جي آزاديءَ ۽ بقا جي جنگ آخري وقت تائين وڙهي.

هنن جي وڄ وانگر چمڪندڙ ڪھاڙي ھڪ رات به اغونن ڪي آرام جي ننڊ سمھڻ نه ڏنو. اھو دور حاڪمن جي ظلم ۽ منھنجي سدا سھاڳڻ ڌرتيءَ جي سرويچ ۽ مانجھي مٿيرن جي مقابلي جو انتھائي يادگار دور آھي، جنھن ڪي ياد ڪندي ڪوٽن ۾ قابو ھئڻ جي باوجود منھنجو ڪنڌ فخر سان ائين بلند ٿي ويندو آھي. جيئن آزاديءَ جي جشن وقت قومي جھنڊو بلند ٿي ويندو آھي. ارغونن جي ٽيھن سالن جي دور حڪومت ۾ ھن ڌرتيءَ جي پنيئي ڏاڙھيءَ واري انسان جي ڪھاڙيءَ جو رت ھڪ ڏينھن لاءِ به ڪين سڪو. اُنھيءَ ويڙھه ھلندي سکر جي پرسان روھڙيءَ وٽ سنڌ جي قبيلي ڏاريجي ارغونن جي فوج تي حملو ڪيو. خونريز ويڙھه ڪان پوءِ پوري قبيلي مان صرف 47 مرد بچيا. سي گرفتار ٿي شاھه بيگ ارغون جي آڏو پيش ڪيا ويا. شاھه بيگ، سنڌ جي ھڪ وڏي عالم، فاضل ۽ شاعر قاضي قاضن، ڪان انھن غيرتمند ۽ وطن دوستن انسانن جي باري ۾ فتويٰ ورتي.

تاريخ جي سڀ ڪان وڌيڪ ستم ظريفي ان وقت ٿيندي آھي، جڏھن غيرتمندن جي خلاف بي غيرت، وطن دوستن خلاف، وطن دشمن ۽ وفادارن خلاف غدار، دليرن خلاف بزدل، ياڙي ۽ وڪاٺل گھوڙا فيصلا ڏيڻ شروع ڪندا آھن. قاضي قاضن جنھن جي علم، فضل، بزرگي ۽ شاعريءَ جي ديوار ڪي ارغونن جي دولت جي سُري ڪائي ڇڏيو ھو. تنھن انھن انسانن جي خلاف جيڪا فتويٰ ڏني سا سنڌي تاريخ جي سيني ڪتابن ۾ موجود آھي. ھتي آءٌ يوسف

ميرڪ، جي مظهر شاهجهانيءَ تا پنهنجي يادگيريءَ جي بنياد تي قاضي صاحب جي فتويٰ جا لفظ لکي رهيو آهيان.

عاليجاه! زمين اين ولايت سيلابست و خار بسيار.

درين زمين مي رَ ويد بيل خارڪني هميشه در دست بايد گرفت.

اِها فتويٰ ملڻ شرط سيني کي مارائي سندن لاشا اُونداهي کوهه ۾ اُڇلائي ڇڏيا. اڄ سنڌي ادب ۾ قاضي قاضن جو نالو گار جي حيثيت اختيار ڪري چڪو آهي. جيتوڻيڪ هو سنڌي زبان جو لطيف کان به آڳاٽو شاعر هو.

ارغونن جي دؤر جو هڪ ٻيو واقعو آهي، جنهن نه صرف حاڪمن جي وحشانيت جي حد ڪري ڏيکاري آهي، پر انصاف جي ڪرسين تي ويٺل ججن جي سنگدلي ۽ ڪٺورتا جي انتها ڪري ڇڏي آهي. اهو قصو مخدوم بلاول جي شهادت جو آهي.

ان واقعي جو پس منظر هيءُ آهي ته ارغونن جي حملي وقت سنڌ جي ٻن اوليائن، بزرگن، پنهنجي وطن جي بچاءَ جي جنگ ۾ ڀرپور حصو ورتو. انهن مان هڪ هو سيد

حيدر سن وارو، سنڌ جي موجوده قومي رهنما جي. ايم. سيد جو تيرهين پيڙهيءَ ۾ ڏاڏو ۽ ڀيو هو مخدوم بلاول سمون باغبان وارو.

ارغونن جي قبضي کي مضبوط بنائڻ شرط مولوين جي تعذير موجب سيد حيدر کي ڪڇ ڏانهن جلاوطن ڪيو ويو. باقي وقتي حالتن پٽاندر مخدوم بلاول تي في الحال قدم کڻي نه سگهيا، پر انهيءَ جو اهو مطلب هرگز نه هو ته ڪو هنن مخدوم صاحب کي معاف ڪري ڇڏيو هو. ارغوني فتحن جو سلسلو جاري هو. ان وقت مخدوم صاحب جي اپيل تي رٽمل سوڍو، سارنگ سهتو، سنڌ جي لافاني شخص ۽ عظيم محب وطن دولهه دريا خان جا فرزند موٺڻ ۽ محمود، وطن دوست سنڌين جا جٿا وٺي ٺلٽي ئي جي ميدان ۾ گڏ ٿيا ۽ پٺاڻ فوجن سان مُڙساٽيون ڇوٽون ڪاڍيون. اُن وقت ارغونن قاضي قاضن کي مخدوم بلاول وٽ صلح لاءِ موڪليو هو. مخدوم صاحب، قاضي قاضن جهڙي غدار ماڻهوءَ کي چوائي موڪليو ته: ’آءٌ تو جهڙي مادر وطن جي غدار جو منهن ڏسڻ به پنهنجي لاءِ باعث شرم سمجهان ٿو.‘

ٺلٽيءَ جي بازار مان گذرندي قاضي قاضن ڏانهن ماڻهن پٿر ٽڪون ۽ پادر اڇلايا. اها اهڙي ڳالهه هئي، جنهن کي قاضي قاضن جا طرفدار ۽ حڪومت جا دلال ڪڏهن به وساري نٿي سگهيا. هنن جي دلين ۾ مخدوم صاحب کان انتقام وٺڻ جو بدبودار پاٽي اُبڙڪه ڏئي رهيو هو.

شاهه بيگ ارغون جي موت کان پوءِ جڏهن ان جو پٽ مرزا شاهه حسن ملڪ جو مالڪ ۽ ولايت جو والي بڻيو. ان وقت قاضي قاضن واري پارٽيءَ مخدوم صاحب کي سزا ڏيارڻ جو فيصلو ڪيو. ان لاءِ هنن هڪ موچيءَ کي رشوت ڏئي، مخدوم جي جُتيءَ ۾ قرآن شريف جي آيت جو ٽڪرو سبرائي ڇڏيو. مُلن سوچيل سمجهيل سازش تحت مخدوم صاحب کي عدالت ۾ گهرائي چيو ته: ”تون دين کان ڦري ويو آهين ۽ قرآن جي آيتن کي جُوتي ۾ استعمال ٿو ڪرين،“ پر هن وقت جي ولي الله انهيءَ ڳالهه کان انڪار ڪيو. شاهديءَ ۾ رشوت خور موچيءَ کي گهرائي جوتو کولايو ويو، جنهن مان قرآن جي آيت نڪري آئي. ٿتي جي قاضين فتويٰ ڏني ته: ”مخدوم صاحب کي جيئري گهاڻي ۾ پيڙايو وڃي.“ فتويٰ ملڻ شرط سنڌ جي هن نمڪ حلال ۽ سپوت فرزند کي گهاڻي ۾ پيڙايو ويو.

مخدوم صاحب گهاڻي ۾ پيڙجي وطن دوستي، قوم پرستي آزادي ۽ مادر وطن سان وفاداريءَ جو لازوال سبق سنڌ جي تاريخ جي ورقن تي پنهنجي مقدس رت سان لکي ويو. اڄ نه اُهي جج رهيا آهن ۽ نه انهن جون فتوائون، نه اهي حاڪم بچيا آهن ۽ نه انهن جو نسل. ليڪن جيستائين هن ڪائنات جي وَسعت ۾ سون ورني سنڌ جو وجود آهي، جيستائين هن ڌرتيءَ تي چيٽ جون چانڊوڪيون ۽ انهن ۾ چڪور جون اڏامون آهن. جيستائين هن پُونءِ جي پٽن تي انساني دلين ۾ گهاءُ وجهندڙ وهوندا ورندا رهندا، جيستائين چيل ڇبيليءَ سنڌ جي ٻنين ۽ ميدانن ۾ زندگي هرڻيءَ

وانگر چال ڏيندي رهندي. جيستائين وطن چاين جي معصوم مُرڪن ۾ اڻ لڪا سَپنا ليئا پائيندا رهندا ۽ جيستائين هن منهنجي مَهان ديش جي مٽيءَ جي خوشبوءِ سان مست ٿي شاعر جي قلم مان ڪيڏارا، آسوءَ جي اُوهيري وانگر ايرندا رهندا، ان وقت تائين مخدوم بلاول زندهه رهندو ۽ هر جابر جو موت مخدوم بلاول جو نئون جنم آهي ۽ هر ڏارئي جو ڏڪجڻ مخدوم بلاول جو نئون جياپو آهي ۽ هر دؤر جي سنڌي محب وطن جو اهو ئي نعرو آ ته:

مون جنگ وطن لاءِ جوتي آ، مخدوم بلاول موتي آ.

مغليه دؤر ۾ به واقعا اهڙا ٿي گذريا آهن، جن جي وجود مغليه انصاف جي فرشتي جي ڇهري تي دانگي گهُمائي ڇڏي آهي. انهن واقعن مان پهريون واقعو هن ئي سرزمين تي ٿيو آهي، جنهن جو تعلق شاهه عنايت شهيد سان آهي.

شاهه عنايت شهيد مغلن جي بدترين جاگيرداري نظام جي خلاف عملي ۽ نظرياتي بغاوت ڪئي. هن پنهنجي مريدن ۽ دوستن کي اجتماعي هارپي تي عمل ڪرڻ جو سبق ڏنو. نجي ۽ ذاتي جائداد ۾ صرف استعمال جون شيون، مثال طور گهر، کاڌي پيتي جا ٿانوَ ۽ سواري جا جانور رهڻ ڏنا، باقي زمينون آڏاٽا، ڪڏيون وغيره سڀ گڏيل ملڪيت ۾ داخل ڪرايائين، پنهنجي مريدن جو لباس گيڙو، مقرر

ڪرايائين، بادشاهن، جاگيردارن، نوابن، وڏيرن ۽ اربابن کي ڀل ڏيڻ بند ڪرايائين. اهي خاصيتون ۽ خوبيون هيون جن کي ڏسي موجود سنڌ جي وڏي تاريخدان سيد حسام الدين راشديءَ شاهه عنايت شهيد کي سنڌ جو پهريون سوشلسٽ قرار ڏنو آهي.

شاهه عنايت جي انهيءَ طريقي مغل امپائر، ڪلهوڙن ۽ تَر جي زميندارن جون ننڊون حرام ڪري ڇڏيون. نتيجي ۾ مغلن، ڪلهوڙن ۽ پليجن جي لوڏن شاهه عنايت جي مختصر گلشن تي سوئرن وانگر حملو ڪيو. فقيرن جي مختصر جماعت پنهنجي ايمان ۽ ضمير جي طاقت سان ڪيترا ڏينهن مقابلو ڪيو. عوام دشمن قوتون ۽ ياڙيا! سپاهي ڊگهي جنگ مان بيزار ٿي پيا تن وڌيڪ وڙهڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. نيٺ پاڻ ۾ سازش ڪري شاهه عنايت کي قرآن تي وَچن ڏئي فيصلي لاءِ ٺٽي گهرايو ويو. ٺٽي ۾ مغل گورنر اعظم خان، مُلن کان شاهه عنايت جي باري ۾ ڪفر جي فتويٰ وٺي قرآن جي وَچن تان ڦري شاهه عنايت کي شهيد ڪرايو. تاريخ سنڌ ۾ آهي ته شهادت وقت هيءُ بيت شاهه عنايت جي زبان تي هو.

سر در قدم يار فدا شد چه بَجا شُد،

اين بار گران بود ادا شد چه بجا شُد.

(ڪتاب منشور الوصيعت سيد حسام الدين راشدي)

پيو واقعو مست المست، صوفي لاكوفي، مذهب، انسانيت جي عظيم مبلغ سرمد جي باري ۾ آهي. سرمد، اورنگزيب طرفان شاهجهان کي نظربند ڪرڻ، وڏي عالم ۽ اديب شهزادي دارا شڪوهه کي قتل ڪرائي سندس بيگمن کي بيعزتو ڪرڻ واري قدم تي پنهنجي مخصوص مجذوبانه انداز ۾ سخت احتجاج ڪيو. اورنگزيب مخصوص مسلمان بادشاهن وانگر سرمد جي تنقيد سهي نه سگهيو ۽ دهليءَ جي قاضي القضات مُلان عبدالقويءَ کان سرمد جي ڪفر جي فتويٰ حاصل ڪري ڪيس بيدرديءَ سان قتل ڪرائي ڇڏيو. اورنگزيب جي باري ۾ تاريخدانن لکيو آهي ته سرمد جي قتل کان پوءِ ڪيس هڪ رات به دهليءَ ۾ ترسڻ نصيب ڪو نه ٿيو. (ڪتاب سرمد شهيد).

سرمد جي عظمت ۽ بقاءَ لاءِ ايترو ئي ڪافي آهي ته ايشيا جي سڀ کان وڏي مؤرخ، عالم، مفڪر، هندوستان جي وزير تعليم، انڊين نيشنل ڪانگريس جي صدر، ڪرپس، ايٽلي، ديول ۽ مائونٽ بيٽن کان پنهنجي عظمت مڃائيندڙ مولانا ابو الڪلام ’آزاد‘، جنهن جي وفات تي ممتاز برطانوي فلاسفر رسل چيو هو ته ’سقراط کان پوءِ دنيا جي ٻئي نمبر انسان جو موت ٿيو آهي، ۽ اڄ آءٌ پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪري رهيو آهيان. انهيءَ ابو الڪلام آزاد وصيعت ڪئي هئي ته مون کي سرمد جي پيرن کان دفن ڪيو وڃي، ۽ هو اڄ سرمد جي پيراندين ۾ ابدي آرام ڪري رهيو آهي.‘

مون کي احساس آهي ته مون تمام گهڻو وقت ورتو آهي.ليڪن مون کي عدالت جي سرگذشت ڏاڪي به ڏاڪي بيان انهي ڪري ڪرڻي پيئي جيئن دنيا ۾ مجرمن ۽ منصفن ٻنهي جو ڪردار ۽ حيثيت واضح طور اڀري اچي. عدالت جي ماضيءَ جي سرگذشت کي ڏسي 1960ع ۾ ڪلڪتي جي عدالت ۾ مولانا آزاد چيو هو ته:

”دنيا جون سڀ کان وڏيون ناانصافيون ميدان جنگ کان پوءِ عدالت جي ڪٽهڙن ۾ ٿيون آهن.“

عدالت جي باري ۾ مٿيان ريمارڪ (Remark) صرف سياسي ۽ مذهبي مجرمن جي حد تائين آهن. ڇو ته ڪائنات جي حسن ۽ نکار لاءِ اڄ تائين پوري جدوجهد ۽ جاکوڙ جا ميدان ۽ ذريعا اهي ئي رهيا آهن. عدالت جي سرگذشت ۽ رام ڪهاڻي بيان ڪندي مون ڇاڻي واڻي هن دور جي عدالت کي نظر انداز ڪيو آهي. نه ته هن دور ۾ به مون کي آفريڪا جي جهنگلن، وچ اوڀر جي ريگستانن، برصغير جي ميدانن، هندڇينيءَ جي ٻيلن ۽ لاطيني آمريڪا جي ڪيترن ۾ بيشمار حريت پسند جج جي قلم سان ڪٺل نظر آيا آهن. اڄ جي هر باباءِ قوم کي ڪلهه جي عدالت غدار قرار ڏئي، سزا جو مستحق ٺهرايو آهي ۽ جيل جا ڦاٽڪ انهن عظيم انسانن کي ڪوراڻ بلا وانگر ڳڙڪائڻ لاءِ اَٽ ئي پهر ڪليل رهيا آهن.

جارج واشنگٽن، گانڌي، مارڪس، لينن، سعدزا غلول پاشا، ڪمال اتاترڪ، جمال ناصر، سوئيڪارنو، بن باالله، نهرو، لوممبا، نڪروما، ايملڪار ڪبرال، هوچي منهه، مائو زيتنگ، فيڊل ڪاسترو ۽ مجيب الرحمان مان ڪهڙو آهي.جنهن جي جسم تي جج جي قلم جا نشان نه لڳا هجن ۽ جيڪو عدالت جي ڪٽهڙي ۾ مجرم جي حيثيت سان نه بيٺو هجي ۽ ان سان گڏوگڏ هيءَ به حقيقت آهي ته جنهن عدالت ڪالهه انهن کي غدار قرار ڏنو هو، اڄ انهيءَ ساڳيءَ عدالت ۾ جج جي ڪرسيءُ مٿان انهن انسانن جون تصويرون جج جي قلم جي بيوسيءَ ۽ تاريخ جي بيرحم صداقت تي ٺهڪ ڏئي رهيون آهن.

عدالت جي اهڙي ماحول ۾ ڪي ڪي ماڻهو آهن، جيڪي مرڪن ٿا ۽ جن جا فيصلا ۽ فتوائون تاريخ ۾ روشنيءَ جي منارن جي حيثيت رکن ٿيون. نازي، جرمنيءَ جي هڪڙي خصوصي عدالت (Special Tribunal) بلغاريه جي ڪميونسٽ پارٽي جي رهنما ’دي متروف‘ کي هٽلر جي سخت دٻاءُ جي باوجود آزاد ڪري ڇڏيو. ان فيصلي کان پوءِ هٽلر طرفان انهن ججن تي جيڪي گذريو تنهن جو تصور هر ڪو ڪري سگهي ٿو، پر اهي جج اڄ به اردوءَ جي شاعر فيض جي زباني چئي سگهن ٿا.

ہم پہ جو گذری وہ گذری مگر شب ہجران،

ہمارے، اشک تیری عاقبت سنوار چلے۔

هوءَ سامهون سنڌ هاءِ ڪورٽ جي عظيم الشان عمارت پنهنجي تاريخي روايتن سان ڪَرُ ڪنيو بيٺي آ. انهيءَ عمارت ۾ وقت جي گورنر جنرل جي فيصلي ڪي انصاف جي ساگر ۾ ٻوڙيو ويو هو، ۽ عدالت جو مان مٿانهون ڪيو ويو هو. منهنجو اشارو پاڪستان جي گورنر جنرل ’غلام محمد طرفان اسيمبلي ختم ڪرڻ واري قدم ڪي، مولوي تميز الدين، پاران سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ چئلينج ڪرڻ ڏانهن آهي.‘ آءٌ جڏهن به ان عمارت جي پرسان لنگهندو آهيان، ۽ مون ڪي هاءِ ڪورٽ جو اهو تاريخ ساز فيصلو ياد ايندو آهي. ان وقت منهنجي دل ان منصف جي عظمت ۽ ديانت جي قدمن ۾ عقيدت جا گل نڇاور ڪرڻ لڳندي آهي ۽ بي اختيار سنڌي شعرن جون به ڏار ڏار سٽون منهنجي ذهن ۾ ھُرڻ لڳنديون آهن.

مٿيءَ لڏو مان، سائي ٿي ڪڪ سنڌ جي.

۽ ٻي سٽ آهي:

سدا سهاڳڻ سنڌڙي، ڪريو نه تنهنجو ڪير.

هر دؤر ۾ هڪ جج ۽ منصف لاءِ غير جانبداريءَ جي وصف لازمي قرار ڏني وئي آهي ۽ حقيقت ۾ اها ئي وصف عدالت جي وقار جي ضمانت آهي، پر جڏهن هڪ طرف بااختيار جابرانه اقتدار هجي ۽ ٻئي طرف بي اختيار سچ. هڪ طرف بي انداز دولت هجي ۽ ٻئي طرف بي پناهه سچائي، هڪ طرف چند خوشحال گهراڻا هجن ۽ ٻئي طرف بکين ڏکين ۽ اگهاڙن ۽ ڏتڙيلن جو انبوهه، هڪ طرف گوليءَ جي گونجار هجي ۽ ٻئي طرف زندگيءَ جي بيڪ. هڪ طرف صدين کان آقائن جي ظلم ۽ جبر جو گهاٽو هجي ۽ ٻئي طرف پيڙهين جون پيڙهيون آزاديءَ ۽ انصاف جي حاصلات جي چڪتاڻ ۾ فنا، ته اهڙيءَ حالت ۾ ڪنهن منصف قاضي ۽ جج جو غير جانبدار رهڻ ڏاڍو مشڪل ٿي پوندو آهي.

خاص ڪري اهڙيءَ صورت ۾ جڏهن نوڪري، عزت، پيسو ۽ آسائش، حق جي بجاءِ حاڪمن جي خوشنوديءَ ذريعي حاصل ٿيندي هجي، ملڪ جا خوشحال طبقا، آقائن جي پاران مليل غلاميءَ جي لعنت جي سندن تي فخر ڪندا هجن. حڪمران ڏريون اهڙيون حالتون پيدا ڪري جج کان غير جانبداريءَ وارو احساس ڦري وٺنديون آهن ۽ جڏهن به ڪو جج انهيءَ احساس ۽ حق تان ائين دستبردار ٿيو، جيئن بازاري عورت عصمت تان دستبردار ٿيندي آهي، ته پوءِ ان وقت هڪ جج ۽ فوجي سولجر ۾ ڪو به فرق باقي نٿو رهي. اهڙيءَ حالت ۾ انصاف ان دولتمند عورت وانگر بنجي ويندو آهي، جيڪا صرف دولت سان ئي شادي ڪرڻ چاهي. انصاف جي انهيءَ روپ اختيار ڪرڻ کان پوءِ

مجرم کي انصاف گهر مان سواءِ حسرت، مايوسي ۽ سزا جي ٻي ڪا به شيءِ ملي نٿي سگهي. عدالت جو وجود ۽ دارومدار مجرم ۽ منصف جي موجودگيءَ تي آهي. سچ ۽ حق جي چڪتاڻ ۾ جيتري انصاف جي ڪرسي اهم آهي، اترو ئي مجرمن جو ڪٽهڙو. ان ڪٽهڙي ۾ اڄ تائين حاضر ٿيندڙ هر شخص جي دعويٰ اها پئي رهي آهي ته هو حق ۽ سچ جو پرستار آهي ۽ ٻئي طرف انصاف جي ڪرسيءَ تي ويهندڙ هر فرد جي اها دعويٰ رهي آهي ته هو پاڻ انصاف ۽ صداقت جو علمبردار آهي. سچائيءَ جي پرستار قافلي جي ٻگهي قطار ۾ مون به پاڻ کي شامل پئي سمجهيو آهي. ان ڪري منهنجي حصي ۾ مجرمن جو ڪٽهڙو ۽ اوهان جي حصي ۾ انصاف جي ڪرسي آئي آهي. وقت جيڪو ڪڏهن ڏاند گاڏيءَ جي رفتار سان رڙهندو هو، سو ميزائل جي تير رفتار سان ڊوڙي رهيو آهي. تنهن ڪري ان جو ساٿ ڏيڻ لاءِ ضروري آهي ته پنهنجي پنهنجي ڪم کي جلدي اڪلايون.

وقت جو وهڪرو هزارها فيصلن سان گڏ هن فيصلي کي به پنهنجي گرفت ۾ وٺڻ لاءِ منتظر آهي. ان لاءِ اوهان کي منصف واري حيثيت ۾ ۽ مون کي ملزم واري حيثيت ۾ پنهنجو پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻو آهي.

آءٌ سرڪار کي ثبوت جي زحمت ڏيڻ بجاءِ پنهنجو جرم خود ٻڌايان ٿو. منهنجو سڀ کان وڏو جرم اهو آهي ته آءٌ سنڌي آهيان ۽ ان وقت کان سنڌي آهيان، جڏهن هن ڪائنات انساني ۾ انساني نسل جنم ورتو. آءٌ ان وقت به سنڌي هوس جڏهن گذر معاش جي وسيلن تي ڪنهن حاڪم، وڏيري، سردار رئيس ۽ مير جو قبضو نه هو.

آءٌ ان وقت به سنڌي هوس، جڏهن هن ڌرتيءَ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪنهن مذهب جو وجود ڪو نه هو. آءٌ ان وقت به سنڌي هوس، جڏهن سنڌوءَ جي ڪنارن تي چانڊوڪين ۾ منهنجي ڌرتيءَ جو دراوڙ، سومرس جون جمنيون اندر ۾ اوتي وحشيانه ناچ ڪندو هو ۽ آءٌ ان وق به سنڌي هوس، جڏهن سانجهي ٽاٽي مُوهن جي ميدانن ۾ زندگيءَ جو فطري رقص، ڪائنات جي دل ۾ ترٽلو وجهي ڇڏيندو هو.

انساني پيدائش کان وٺي مون ڪيئي مذهب مٽايا آهن، پر سنڌيت جو لباس نه لاٿو اٿم. ڪنهن وقت آءٌ عناصر اربع جو پرستار هوس. ٻئي وقت آءٌ هزارها ديوتائن جو پوڄاري هوس. آءٌ سالن جا سال مڪتيءَ جي تلاش ۾ مهاتما ٻڌ جي جي چرنن ۾ متو ٽيڪيندي رهيو آهيان، جڳن تائين منهنجي چِتا، برهمڻ ازم جي چڪيا تي چڙهندي رهي آهي. ۽ پوءِ آءٌ خداءِ واحدجي سامهون جهڪڻ لڳس.

اُنهن سڀني مذهبن مون کان منهنجي ’سنڌيت ۽ سنڌي

زبان‘ نه ڦري ۽ آءٌ اَڄ به هڪ سنڌي محب وطن ملزم جي حيثيت ۾ اوهان جي سامهون بيٺو آهيان، آءٌ مناسب سمجهان ٿو ته پنهنجي تخليل واري سنڌ جي وضاحت ڪريان، جنهن جي وجود سان لاڳاپيل هجڻ سبب آءٌ هتي بيٺو آهيان.

مون وٽ سنڌ ڦڳڻ جا ڦوڳ ۽ پُوهه جا پارا، سانوڻ جون سَر مستيون ۽ آرهڙ جا جهولا آهي. جن منهنجي ملڪ جي ماروءَ جي مَن کي ماڪيءَ کان وڌيڪ مٺو ۽ زهر کان ڪڙو بنايو آهي. مون سنڌ کي هن ڌرتيءَ مان ڦٽندڙ هر سلي ۾ ڏٺو آهي. مون سنڌ کي هر ٿوهر جي مولهئي ۾ جرڪندي ڏٺو آهي. منهنجي نظر ۾ چيٽ جي چاندوڪي ۽ ڪتيءَ جي اُڀ ۾ سنڌ جا نرمل نظارا هوندا آهن. ڪُڏيءَ تي ڪم ڪندڙ، ڪوري آڏاٽي تي اُٽت ڪندڙ ڪاريگر جي هٿن ۾ سنڌ جي جوڀن تي نکار ايندي به مون جاچيو آهي، چارڻ جي چنگ، ڪارونڀار جي ڪَڪر، ڀڪرال جي ڀهڪي، آسروند جي اکڙين جي اُوسيئڙي ۾ مون سنڌ جي تاريخ پڙهي آهي.

سنڌ صرف ڪارونجهر ۽ ڪينجهر ناهي پر موهن جي دڙي جي دانهن، پٽائيءَ جي پٽ جي پؤنر، ملير جي مهڪ، مياڻيءَ جي ميدان جا نعرا، ڪرڙيءَ جي ڪيٽن جي سڳنڌ، ڪڪيءَ هاٽيون ڪاريون، لطيف جون لافاني لاتيون ۽ سچل جون گهڙوليون به سنڌ آهي.

اِن سنڌ کي مياڻيءَ جي مجاهد غلام محمد لغاري منهنجي سامهون هڪڙي لفظ ۾ خراج عقيدت پيش ڪيو آهي:

’اين سرزمين سنڌ چون مادر ماست‘

اها ماءُ سنڌ ايامن کان مون کي ورثي ۾ ملي آهي، ۽ ان جي هر شيءِ مون کي پاڻ ڏانهن ائين سڏي رهي آهي، جيئن ازل جي اجايل روح کي گلابي چپن جي مرڪ سڏيندي آهي.

حبيبن هيڪار منجهان مهر سڏ ڪيو

سو مون سي چمار، اورڻ اهو ئي ٿيو.

مون ازل کان ان سان پيار ڪيو آهي ۽ پريت جو وچن پاڙيو آهي.

اَلست بربکم جڏهن ڪن پيومِ،

قالو بَلا قلب سين، تِڏهن تت چيومِ،

تنهين وير ڪيومِ، وَچن ويڙهيچن سين.

مشهور آمريڪي فلاسفر، جان ڊيويءَ لکيو آهي ته

”جنهن آمريڪيءَ آمريڪا جي جنگ آزادي ۽ ان جي تعمير لاءِ خلوص سان حصو نه ورتو آهي، تنهن کي آمريڪي سڏائڻ جو ڪو به حق ڪونهي.“

مون نه صرف ايترو چيو آهي ته:

”جنهن به شخص سنڌ جي وجود کان انڪار ڪيو آهي، سو سنڌي ناهي.“

پر هن دور ۾ جڏهن آرڊيننس ذريعي ماڻهن جا فطري حق کسيا وڃن ٿا. ان دور ۾ صرف منهنجو سنڌي سڏائڻ ئي جرم آهي ۽ آءٌ اقرار ٿو ڪريان ته انهيءَ ڏوهه جو ڏوهي، انهيءَ گناهه جو گنهگار ۽ انهيءَ جرم جو مجرم آءٌ آهيان.

دين ڌرم جي دوکي لٿجي نيٺ اسان اک کولي آ،

سنڌ سواءِ ٻي ڳالهه نه ٿيندي سامهون توڙي گولي آ.

سنڌ، تي نسل انساني ڪهڙي وقت آباد ٿيو آهي، ان باري ۾ ڪا به يقيني شهادت موجود ڪانهي. البت حضرت مسيح جي پيدائش کان هزارين سال اڳ ۾ سنڌ اندر شاندار ۽ باوقار تهذيب ۽ تمدن جي اوسر ٿي هئي. جنهن جو ثبوت موهن جي دڙي جي آثارن مان ملي سگهي ٿو. آءٌ مورخن جي هن راءِ سان متفق ڪو نه آهيان ته موهن جي دڙي جي تهذيب، حضرت مسيح کان صرف ٽي هزار سال پراڻي آهي، ڇو ته هن ڳالهه سان سيئي تاريخدان ۽ آثار قديمه جا ماهر متفق آهن ته اِها تهذيب آرين جي اچڻ کان اڳ ۾ دراوڙ لوڪن جي آهي، ۽ آريا مهاڀارت جي لڙائيءَ کان گهڻو اڳي هتي اچي چڪا هئا.

سنڌ جي هڪ عظيم تاريخدان ڀيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جي تحقيق موجب ”مهاڀارت جي جنگ مسيح جي پيدائش کان گهٽ ۾ گهٽ پنج هزار سال اڳ ۾ لڳي آهي. انهيءَ

حساب موجب موهن جي دڙي جي تهذيب گهٽ ۾ گهٽ اڄ
کان ڏهه هزار سال اڳ ۾ وجود ۾ اچي چڪي هئي. هيءُ
اهو دور هو، جنهن ۾ انسان ڪاڻ، پيئڻ جي صحيح ڍنگ
کان واقف ڪو نه هو. ان وقت منهنجي سر زمين جي دانا
۽ دور انديش رهواسين نه رڳو پنهنجو پاڻ کي سڌاري
ورتو هو، پر هن انسانيت جي شاندار مستقبل ۽ پرمسرت
زندگيءَ لاءِ ڪيترائي هنر ۽ فن ايجاد ڪري ورتا هئا.
انهيءَ بنياد تي آءٌ چئي سگهان ته انساني تهذيبن جو بنياد
۽ سنڌي زبان دنيا جي زبانن ۾- ”آم الالسنته“ (زبانن جي
ماءُ) آهي. سنڌ جي انهيءَ تهذيب ۽ هنر کي تباهه ڪرڻ لاءِ
آرين کان پوءِ تاريخ جي ڪتابن ۾ يوناني سامراج جي
حملي جو ذڪر تفصيل ۽ وضاحت سان ملي ٿو. جيڪو
حضرت مسيح کان 325 ق. م سال اڳ ٿيو هو.

دنيا جي وڏي فاتح سڪندر مقدوني (يوناني) 325 ق. م
سال سنڌ تي حملو ڪيو هو ۽ يوناني عالم سنڌ جي ٻنين ۾
ڦٽين جي فصل کي ڏسي حيران ٿي ويا هئا. وري ايرانين
جو حملو، راءِ سهيرس جي وقت ۾ ٿيل نظر اچي ٿو.
جڏهن سنڌ تي ٻڌ مذهب جي پيروڪارن جي حڪومت
هئي. اڳتي هلي سنڌ جي دولت ۽ شادابيءَ جي هاڪ
ڪيترن فاتحن لاءِ حملن جو دروازو کولي ڇڏيو ۽ سنڌ ان
خوبصورت ڇوڪري وانگر ٿي وئي، جنهن جي چپن جو
رس، چوسڻ لاءِ ڳوٺ جا ڳيرو رات ڏينهن مچن کي وٽ
ڏيندا رهن. عرب، مغل، غزنوي، غوري، خلجي، تغلق، ارغون،
ترخان ڪيترائي سون جا سڌڙيا، سنڌ جي سينڌ کي داغدار
ڪندا رهيا آهن.

جڏهن به ڪو نئون فاتح سنڌ ۾ آيو آهي ته هتي سنڌ ۾ انساني لاشن جا سٿا لڳا آهن، جڏهن به ڪو ڌاريو ڌاڙيل هتي وارد ٿيو آهي ته يتيم ٻارن ۽ رَنڙ عورتن جون آهرن ۽ دانهون سالن تائين اُڀ ڏارينديون رهيون آهن. جڏهن به ڪنهن ٻاهرئين فوج هتي پير پاتو آهي ته سنڌ جي ڪيتن مان سونهري سنگن جي بجاءِ، باهه جا شعلا پڙڪيا آهن ۽ جڏهن به ڪنهن ظِل الاهي هتي نزول فرمايو آهي ته ڪتاب سڙيا آهن. ڳوٺ ڪنڊرن ۾ تبديل ٿيا آهن. آباديون ويرانين ۾ تبديل ٿيون آهن. عالمن جي ڳچين تي تلوارون هليون آهن ۽ وَسندين ۾ ويراڳ جو واهوندو هليو آهي. پر سنڌ جي بهادر دلير عوام هر ڀيري پنهنجي محنت ۽ جاکوڙ سان اڳ کان اڳري شاندار ۽ پاڻ پري سنڌ تعمير ڪئي آهي. تاريخ ۾ سنڌ هزارها بار اُجڙي وري آباد ٿي آهي، ۽ ڪيئي ڀيرا ٻڌي وري ٺهي آهي، ۽ ڪيئي ڀيرا برباد ٿي آهي. برطانيه ۾ بيشمار دولت آهي، پر اُها ٻين ملڪن مان ڦريل آهي، آمريڪا ۾ بي آنت سرمايو آهي، پر اُهو ٻين کان لٽيل آهي، فرانس ۾ اَڻ ڳڻت ملڪيت آهي، پر اُها ٻين قومن جي ڦٻايل آهي، پر تگال ۾ جهجهو پئسو آهي، پر اُهو ٻين خطن مان هڙپ ڪيل آهي. ايران ۾ اَڻ ڳڻيو ناڻو آهي، پر اُهو ٻين کان غضب ٿيل آهي، جپان ۾ بي انداز مال آهي، پر اُهو ٻين ملڪن جي عوام کان ڌاڙي ۾ حاصل ڪيل آهي، پر سنڌ ۾ جيڪي ڪجهه آهي، سو سنڌ جي ئي پيدائش آهي ۽ سنڌ جي ئي عوام جي محنت جو ڦل آهي، دنيا جي اڪثر ملڪن جي خوشحاليءَ ۾ سنڌ جو حصو ته ضرور آهي پر ٻين قومن جو حصو سنڌ جي آباديءَ ۽ شادابيءَ ۾ نه پر اُن جي بربادي ۽ تباهيءَ ۾ آهي. تاريخ جي اِنهيءَ پوري سرگذشت ۾ سنڌ هڪ ملڪ رهي آهي. يونانين هن کي

سنڌو سڏيو آهي.

ايرانين هن کي ولايت سنڌ سڏيو آهي، عربن هن کي مملڪت سنڌ سڏيو ۽ هتي جي بهادر عوام جي جذبن جي ترجماني ڪندڙ شاعرن، اديبن، مفڪرن، چارڻن، حڪيمن، پٽن ۽ ويدن، هن ماتريءَ ک سنڌو ديش چيو. ايرانين جي ولايت سنڌ، عربن جي مملڪت سنڌ، ۽ يوناني جي سنڌوءَ جي معنيٰ سنڌو ديش آهي. اُهو نالو هن سرزمين جو قديم ترين نالو آهي. سنڌ جي قومي رهبر جي. ايم. سيد آل انڊيا مسلم ليگ جي جناح صاحب جي صدارت هيٺ ڪراچيءَ ۾ ڪٺي ٿيل اِجلاس ۾ هن خطي کي (جناح جو موجودگيءَ ۾) سنڌو ديش سڏيو. جنهن تي جناح صاحب ڪا به ناراضگيءَ ڪو نه ڏيکاري. سنڌ جي هڪ وڏي ماهر تعليم ۽ وڏي تاريخدان علامه دائود پوٽي پنهنجي هڪ خط ۾ هن پيلاري پُونءِ کي سنڌو ديش لکيو ۽ پاڪستان جي ڪنهن به ارباب اختيار اُن تي اعتراض نه ڪيو.

موجوده سنڌ جي هڪ وڏي تاريخدان رحيمداد مولائي شيدائي ورهاڱي کان اڳ شڪارپور مان نڪرندڙ سنڌو رسالي ۾ پنهنجي مضمون اندر سنڌ لاءِ پندرهن دفعا سنڌو ديش جو نالو ڪتب آندو ته مسلم ليگ، ڪانگريس ۽ انگريز ان تي ڪنهن به غصي جو اظهار نه ڪيو. سنڌي زبان، ادب، تاريخ جي هڪ وڏي چاڙو ڀيرومل مهر چند آڏواڻيءَ پنهنجي ڪتاب ”سنڌي هندن جي تاريخ“ ڇپيل 1946ع ۾ سنڌ کي سنڌوديش لکيو آهي. بهرحال سنڌ جي هڪ جدا ملڪ جي حيثيت 1843ع تائين هلندي آئي آهي. انهيءَ سن ۾ انگريزن هڪ خونخوار ۽ ڇتي جنگ ۾ سنڌ

تي قبضو ڪيو. انهيءَ قبضي وقت لهندڙ سج جي لامن ۾ شهيدان سنڌ جي خون جي ڏيئن وسامڻ سان گڏ سنڌ جي هڪ ملڪ واري حيثيت ختم ٿي وئي، ڇهن سالن ڪان پوءِ انگريزن ان جي صوبائي حيثيت به ختم ڪري سنڌ کي بمبئيءَ سان ملائي ڇڏيو. 1935ع واري انڊيا ائڪٽ تحت سنڌ جي صوبائي حيثيت بحال ٿي، 1940ع واري قرارداد ۾ بنگال جي بيدار مغز سياستدان فضل الحق جي واتان لاهور جي تاريخي شهر ۾ سنڌ، بنگال، پنجاب، بلوچستان ۽ سرحد جي باري ۾ ملڪن واري حيثيت بحال ٿيڻ جو اعلان ٿيو. جڏهن هن اُنهن خطن کي "States" اِسٽيٽس جي نالي ۽ حيثيت سان پاڪستان جي ڍانچي ۾ شامل ٿيڻ جي دعوت ڏني. انگريزن جي قبضي ڪان پوءِ قرارداد- لاهور پهريون اعلان نامون ڪو نه هو. جنهن ۾ اُنهن خطن کي ملڪن جي حيثيت ڏني وئي هجي، پر قرارداد- لاهور ڪان سورنهن سال اڳ ۾ مولانا عبيدالله سنڌي، ترڪيءَ مان آزاد هندوستان لاءِ هڪ خاڪو شايع ڪيو هو. جنهن ۾ سنڌ، پنجاب، بنگال وغيره وغيره کي ملڪن جي حيثيت ۾ آزاد هندوستان جي وفاق ۾ شامل ڪرڻ جي رٿ ڏنل هئي.

مولانا صاحب واري خاڪي ۾ مرڪز وٽ دفاع، اُمور خارجه ۽ ڪرنسيءَ جا کاتا ڏنل هئا. 1966ع ۾ شيخ مجيب الرحمان ڇهن نڪتن جي بنياد تي پاڪستان کي متحد ۽ مضبوط بنائڻ لاءِ جيڪا رٿ ڏني هئي. اُها ئي ساڳي رٿ هندوستان کي آزاد ۽ خودمختيار بنيادن تي بيهارڻ لاءِ عبيدالله سنڌيءَ 1924ع ۾ ڏئي ڇڪو هو، پر حالتن ۽ تاريخي فيصلن ٻنهي تجويزن کي ختم ڪري ڇڏيو، ۽ انهن ٻنهي تجويزن ختم ٿيڻ سان ٻنهي صورتن ۾

هڪجهڙا نتيجا نڪتا. يعني 1947ع ۾ هندوستان تقسيم ٿي ويو، ۽ 1971ع ۾ پاڪستان ورهائجي ويو.

قرارداد- لاهور پاس ٿيڻ کان ٽي سال پوءِ 1943ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ پاڪستان جي وفاق ۾ سنڌ ملڪ جي شامل ٿيڻ جو ٺهراءُ پاس ڪيو. اِهو ٺهراءُ پيش ڪندڙ موجوده سنڌ جو عظيم رهبر، قومي رهنما ۽ تحريڪ آزاديءَ جو روشن دماغ جناب محترم جي. ايم. سيد هو.

1946ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي پاس ڪيل ٺهراءَ ۾ مسلم ليگ پارلياماني پارٽيءَ جي گروپ، ترميم ڪري اِسٽيٽس "States" لفظ جي بجاءِ اسٽيٽ (State) لفظ داخل ڪيو. جنهن تي قرارداد- لاهور جي مُحرڪ، اي. ڪي. فضل الحق ۽ سنڌ اسيمبليءَ ۾ پاڪستان جو ٺهراءُ پيش ڪندڙ مسلم ليگي رهنما جي. ايم. سيد، سخت اعتراض ڪيو هو. مسلم ليگ جا مرڪزي ليڊر اُنهن احتجاجن جي پرواهه نه ڪندي، شمله ڪانفرنس ۾ گڏيل هندوستان جي زون واري انتظامي ڍانچي تي راضي ٿي قرارداد- لاهور کان ئي ڦري ويا. اڳتي هلي جواهر لال نهروءَ جي هڪ پريس ڪانفرنس کان ناراض ٿي وري قرارداد- لاهور جي ترميم ٿيل شڪل ڏانهن موٽي آيا.

1947ع ۾ اُنهن ليڊرن پنجاب ۽ بنگال جو ورهاڱو قبول ڪيو. اِهو لازمي نتيجو نڪتو هو، قرارداد- لاهور جي اَصلي روح ۾ ڦيرڦار رڻ جو. آزاد پاڪستان جي حڪومت 1948ع ۾ سنڌ جي هڪ تاريخي ۽ مرڪزي شهر ڪراچيءَ کي سنڌ کان جدا ڪري مرڪزي حوالي ڪيو. ان وقت

سنڌ جي وزير اعليٰ اَيوب کهڙي انهيءَ فيصلي جي مخالفت ڪئي ته سندس وزارت کي برطرف ڪري هڪ هٿ ٺوڪئي شخص پير الاهي بخش کي وزير اعليٰ بنايو ويو. جنهن نه رڳو خوشيءَ سان ڪراچيءَ کي مرڪز جي حوالي ڪيو، پر پناهگيرن جي آمد لاءِ سنڌ جا ٺئي رستا کولي ڇڏيا، ۽ اهي رستا 1965ع جي (پاڪ-ڀارت) جنگ تائين کليل رهيا. واضح رهي ته خانبهادر کهڙي پناهگيرن جي حد کان وڌيڪ سنڌ ۾ آبادڪاريءَ تي سخت اعتراض ڪيو هو.

1955ع ۾ سنڌ جي اُها حيثيت به ختم ڪئي وئي، جنهن بنياد تي سنڌ ملڪ پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ جو اعلان ڪيو هو. جيڪا حيثيت سنڌ کي انگريز سامراج 1935ع واري انڊيا ائڪٽ تحت ڏني هئي. يعني سنڌ جي صوبائي حيثيت به ختم ڪري ڪيس ون يونٽ جي پنجوڙ ۾ ڦاسايو ويو ۽ سنڌ کان سندس قديم ۽ تاريخي نالو ڦري ڪيس مغربي پاڪستان سڏيو ويو، ڪيڏو نه حيرت انگيز ۽ ڏکدائڪ منظر هو، جڏهن سنڌ جو عوام مياڻيءَ جي ميدان ۾، حيدرآباد جي قلعي ۽ سنڌ جي عروج جي علامت ٺٽي جي نالن پٺيان (سابق سنڌ) جو لفظ لکيل ڏسندو هوندو.

اهو بلڪل ائين ئي هو، جيئن ڪنهن ٻار کي مجبور ڪيو وڃي ته هو پنهنجي ماءُ کي، پياري امڙ سڏڻ بجاءِ، سابق امان سڏي، انهيءَ پوري عرصي ۾ سنڌ سان ۽ سنڌ جي عوام سان جيڪو ڪجهه وهيو واپريو آهي سو هڪ المناڪ ۽ وار ڪانڊاريندڙ داستان آهي، جنهن جي بيان جي هن موقعي تي آءٌ گنجائش نٿو سمجهان پر هڪڙو مثال

ضرور ڏيندس، جنهن مان سنڌ جي باري ۾، ۽ سنڌ عوام جي متعلق پاڪستاني حڪمران ٽولي جي ذهنيت جو پوريءَ ريت پتو پئجي سگهي ٿو. ايوبي مارشل لا تائين سنڌ اندر سنڌي پرائمري تعليم جي آخري امتحان (سنڌي فائينل) سان گڏ ڪاليجن ۽ يونيورسٽيءَ ۾ سنڌيءَ جو پيپر لازمي هوندو هو. 1962ع ۾ جنرل ٽڪا خان جو پٽ سنڌي پيپر ۾ فيل ٿي پيو، جنرل جي پٽ جي فيل ٿيڻ تي ارباب اقتدار کي ايڏي ته ڪاوڙ آئي جو هڪ آرڊيننس جي ذريعي سنڌيءَ جي لازمي پيپر سان گڏ فائينل جو امتحان به ختم ڪيو ويو. مطلب ته هڪ ڇوري جي مستقبل سڌارڻ لاءِ ست لک سنڌي انسانن جو مستقبل اونداهون بنائڻ تي پاڪستاني حڪمران فوجي ٽولي کي ڪو به حياءُ ڪو نه ٿيو. اهڙي قدم سان انهيءَ ٽولي عوام جي دلين ۾ پاڪستان جي خوشحالي ۽ ترقيءَ جي خوابن کي پريشان ڪري ماڻهن کي ملڪ کان بدظن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

آءٌ نٿو سمجهان ته حڪمران ٽولي کي اها خبر نه هئي ته موجوده دؤر ۾ انساني وفاداريون ۽ وابستگيون مضبوط ۽ منصفانه اقتصادي سرشتي سان وابسته آهن ۽ اقتصادي سرشتي ۾ اڄ جي سائنسي دور ۾ زبان کي اهم ذريعن جي برابر حيثيت ملي چڪي آهي. ان جي باوجود هن ٽولي هڪ قوم جي زبان ختم ڪري ان جي اقتصادي حالتن کي تباهه ۽ منتشر ڪرڻ ۾ پاڪستان جي ڀلائيءَ جي ڪهڙي ڪرامت ڏٺي-؟ جنهن ملڪ، نظام ۽ سرشتي ۾ ڪنهن قوم، طبقي ۽ جماعت ان ملڪ، نظام ۽ سرشتي سان وفاداريءَ جي اميد رکڻ ٻير کان ٻير گهرڻ جي برابر آهي.

موجوده دور ۾ (20 صديءَ) سرمائيداري نظام کي ختم ڪري اتي اشتراڪي (گڏيل) نظام قائم ڪرڻ ڪي پوريءَ ريت ڀاڱي ڀائيوار نتو ڪيو وڃي ته پوءِ ان قوم، طبقي ۽ جماعت مان ماڻهن جي پهرئين نظام ۾ اقتصادي حالت جي زبون حالي ۽ ان مان نڪرندڙ نتيجن جو واضح ثبوت آهي. فوجي ٽولي انهن سيني ڳالهين کي نظر انداز ڪري ”جيري خاطر ٻڪري ڪهڻ جو مظاهرو ڪيو.“ ان جي باوجود اهو ٽولو پاڻ کي عظيم محب وطن سمجهندو رهيو آهي ۽ سمجهي ٿو، ۽ اڄ به ڪي جماعتون ۽ فرد، ملڪ ۾ انهيءَ ٽوليءَ کي گاهي ماهي، ملڪي واڳون هٿ ڪرڻ لاءِ دعوتون ڏيندا رهن ٿا.

پاڪستان جي اڄ ڏينهن تائين جي سرگذشت تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿيندو ته اڄ ڏينهن تائين مسلم ليگ ۽ ٻيون طاقتون ملڪ کي جنهن پاليسيءَ ۽ پروگرام تي هلائينديون آيون آهن، اُن پاليسيءَ ۽ پروگرام مان ملڪ، قوم ۽ عوام کي بيشمار نقصان پهتو آهي. ملڪ ۾ محبت بجاءِ نفرت وڌي آهي، ماڻهو هڪٻئي کي ويجهو اچڻ بجاءِ پري ٿيندا ويا آهن. عوام ۾ غربت گهٽجڻ بجاءِ وڌي آهي، هندو مسلم ڇڪتاڻ جيڪا گڏيل هندوستان ۾ شروع ٿي هئي، سا اڃا تائين جاري آهي. ان مان صاف معلوم ٿيو ته انهيءَ سرشتي مان اميد رکڻ ڪان هتي جو عوام بلڪل مايوس ٿي چڪو آهي.

حقيقت اها آهي ته ڏنڊي، طاقت ۽ تشدد جي ذريعي جيڪو مصنوعي ۽ هٺرادو اتحاد قائم ڪرايو ويو تنهنجي نحوست هئي جو 1970ع جي چونڊن ۾ ڪا به جماعت يا

پارٽي (اسلامي نظام چاهيندڙ يا سوشلسٽ پروگرام رکندڙ.) ملڪ گير جماعت يا ڪل ملڪي پارٽيءَ جي حيثيت اختيار ڪري نه سگهي. طاقت جي ذريعي ملڪ کي متحد رکڻ واري پاليسيءَ جا اگرا نتيجا اسان جي سامهون مغل بادشاهه اورنگزيب جي وفات کان پوءِ برصغير ۾ انتشار ۽ انارڪزم جي صورت ۾ نظر اچن ٿا.

اورنگزيب، لڳ ڀڳ اوترو ئي عرصو حڪومت ڪئي جيترو عرصو اڪبر بادشاهه، پر اڪبر جي صلح ڪُل واري پاليسيءَ جو نتيجو هيءَ نڪتو جو سندس وفات کان پوءِ مغليه حڪومت کي ڪو خاص لوڏو ڪو نه آيو، پر اورنگزيب جي سختيءَ واري روش جو نتيجو اهو نڪتو جو جيئن ئي سندس طاقتور وجود تخت شاهيءَ تان لهي، غسل جي تختي تي پهتو ته دٻيل طاقتن پوري شدت ۽ قوت سان مغل ايمپائر جي وجود تي وار ڪرڻ شروع ڪري ڏنا ۽ مغل شاهيءَ جي سرڪڻ مان پنهنجو ڪنڌ ڪڍائڻ لڳيون.

هتان جي حاڪمن جي ڪارستانن جو ثبوت 1970ع واري اليڪشن ۾ بنگالي عوام طرفان آئيني حدن اندر رهندي ڪيل جدوجهد جي نتيجي ۾ حاصل ڪيل شاندار سوڀ کي گولي جي ذريعي ختم ڪرڻ واري ڳالهه منجهان ملي ٿو.

مٿين ثبوت ۽ تجربي جي بنياد تي آءٌ ان ڳالهه جو اقرار ٿو ڪريان ته جيڪڏهن پنهنجي جنم ڀوميءَ جي تاريخي عظمت رکندڙ نالو؛ اُچارڻ، لکڻ ۽ استعمال ڪرڻ جرم آهي

ته پوءِ آءٌ اقرار ٿو ڪريان ته مون اهو جرم ڪيو آهي، ۽ ڪندو رهندس. جيڪڏهن آءٌ ان لفظ ۽ نالي تان صرف ان ڪري ڦري وڃان ته انهيءَ لفظ جي ڪري ڊي. پي.آر جو قلم 42-49 حرڪت ۾ اچي ويندو ته پوءِ آءٌ سنڌي عوام جو ڏوهاري ۽ سرزمين سنڌ جو نيمڪ حرام فرزند ٿي پوندس. انهن قلمن اسان کي 1955ع کان وٺي 1950ع تائين سنڌ لفظ لکڻ کان روڪيو هو، پر وقت ثابت ڪيو هو ته اهڙن قانونن جا خالق غلط هئا.

مون کي پوريءَ ريت معلوم ناهي ته منهنجي خلاف جرم جي چارج شيٽ ڇا هي، ڇو ته منهنجي خلاف تقريباً 11 يارنهن ڪن ڪيس ذخيري طور پوليس ٿاڻن تي موجود آهن، جيئن ضرورت جي وقت حڪومت جي فائدي ۾ استعمال ٿي سگهن. انهيءَ جي باوجود گاهي ماهي اُرڊو پريس طرفان جيئي سنڌ تحريڪ جي هر ورڪر ۽ ڪارڪن جي خلاف الزام ۽ جرم ظاهر ڪيا وڃن ٿا. آءٌ هن وقت انهن جو ئي جواب ڏيندس. ڇو ته آءٌ به ان تحريڪ سان وابسته آهيان ۽ پنهنجي ان وابستگيءَ، تعلق ۽ لاڳاپي تي مون کي فخر آهي. انهن الزامن مان پهريون الزام ’سنڌو ديش جي آزادي ۽ پاڪستان جي مخالفت جو آهي.‘ جنهن جو جواب آءٌ ڏئي چڪو آهيان.

ٻيو الزام مون تي يا جيئي سنڌ تحريڪ جي هر ڪارڪن خلاف اهو آهي ته اسان حڪومت کي (جيڪا قانوني ۽ آئيني ذريعي قائم ٿيل آهي) تشدد وسيلي تبديل ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي پڙڪايون ٿا. جيئن ته هن وقت آءٌ ئي ملزم آهيان ان ڪري انهيءَ الزام جي باري ۾ پنهنجو نقطئه نظر

واضح ڪندس. انهيءَ ڪري آءٌ عدالت جي جي ڌيان تي هيءَ ڳالهه آڻڻ ٿو چاهيان ته آءٌ پنهنجي جسماني ساخت يا طبعي لاڙن سبب سياسي شعور جي ابتدائي دور کان اڄ تائين اهنسا (عدم تشدد) جو قائل رهيو آهيان. منهنجي نظر ۾ مهاتما گانڌيءَ جو اهو چوڻ سچ آهي ته: ”تشدد جهنگلن جو قانون آهي.“ (جيئن ته هن وقت اقوام متحده جو معزز عالمي ادارو آزاديءَ جي لڙائيءَ ۾ هٿيار استعمال ڪرڻ جي اجازت ۽ منظوري ڏئي چڪو آهي.) مون کي عالمي شهرت يافته دانشور فرانزفينن، جي هنن لفظن تي ايمان آهي ته ”تشدد هڪ انتهائي ذليل وصف آهي، جيڪا صرف ساڳئي قسم يعني ذليل وصف جي ردعمل ۾ پيدا ٿئي ٿي، جو ته برائيءَ جو بدولو برائي ۽ چڱائيءَ جو بدلو چڱائي، انساني سرشتي ۾ داخل آهي، اُن ڪري جوابي تشدد جي مذمت ڪرڻ بجاءِ اڳرائيءَ واري تشدد کي ختم ڪيو وڃي.“

اهو ئي سبب آهي جو آءٌ جيترو پنهنجي طرفان تشدد جي ڪارروائيءَ جو مخالف آهيان، اوترو بلڪ ان کان وڌيڪ حڪمران ڌر طرفان ڪيل تشدد جي ڪارروائيءَ ۽ پاليسيءَ جو دشمن آهيان، جو ته طاقتور ۽ حڪمران جو تشدد سبب آهي ڪمزور ۽ محڪوم جي طرفان تشدد واري ڪارروائي جو!

مون تاريخ انسانيءَ جي مطالعي مان پرايو آهي ته: ”جنهن جسم ۾ گوليءَ جو سَلو پوکيو ويندو، اتي گوليءَ جو ئي سَلو ڦٽندو. گوليءَ جي سوراخ مان گلاب، ڦٽڪي جي جاءِ تان انبلٽ جون ريڪائون ۽ چماٽ واري جڳهه ڏن ڇُمي

ڇمندي، مون کڏهن به کانه ڏٺي آهي.“ اسان جا وڏا سنڌي انهيءَ حقيقت کان پوريءَ ريت واقف هئا. جن پهاڪو ٺاهيو آهي ته:

”جهڙي ڪرڻي تهڙي پرڻي.“

اهو ئي سبب آهي جو رسُول ڪريم ڪي پنهنجي جدوجهد جي خاص مرحلي ۾ تلوار جو جواب تلوار سان ڏيڻو پيو. اگرچه پاڻ امن جا پيغمبر هئا، انهيءَ جي باوجود منهنجا آئيڊيل حضرت مسيح کان وٺي ڪارن جي رهنما مارٽن لوٿر ڪنگ تائين اهڙا انسان رهيا آهن، جن انساني حوصلي ۽ همت کي ايٽم بم کان وڌيڪ طاقتور شيءِ پئي سمجهيو آهي. ان ڪري مون ڪڏهن به حڪومت طرفان يا حڪومت جي خلاف ٿيندڙ تشدد جي حمايت ڪا نه ڪئي آهي. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ منهنجي لکڻي مان اهڙو تاثر ورتو آهي، جنهن ۾ تشدد جي بُوءِ آهي، ته اُهو سندس سمجهه ۽ فهم جو قصور آهي. ان لاءِ آءٌ جوابدار يا ذميوار ناهيان. هڪ يوناني پهاڪو آهي ته:

”جيڪا ديوار ڍڳي جي ٽَڪرن سان نه ڊٺي ان کي بلبل چُهنبن سان ڊاهي وڌو.“

مون راهه ۾ رڪاوٽ بڻجندڙ ديوار کي ڊاهڻ لاءِ پنهنجي قلم کان بلبل جي چُهنبن جو ڪم پئي ورتو آهي. البت آءٌ شروع کان وٺي موجوده حڪمران پارٽيءَ جو مخالف رهيو آهيان ۽ ان اختلاف رکڻ، ان کي ظاهر ڪرڻ ۽ ان جي باري ۾ دليل سان عوام وٽ پنهنجا خيال پهچائڻ جو

حق مون کي پوريءَ دنيا جي جمهوري ادارن ڏنو آهي. جيڪڏهن آءٌ تشدد جو پوڄاري هجان ها ته اڄ هتي موجود هئڻ جي بجاءِ ڪارونجهر جي ڪور، ڇاڇري جي پَٽَ ۽ هالار جي هنج ۾ مقابلي جو ميدان گرم ٿئي ها. جيڪڏهن آءٌ تشدد تي يقين رکندو هجان ها ته ناظم حڪمت، ڊيوڊگيسٽ ۽ هيمنگوي، جي راهه تي هلڻ بجاءِ چي گويرا، جي رستي تي هلان ها. نه ته گهٽ ۾ گهٽ قل ماڇي ۽ رحيم هنگوري جا پنڌ ۽ پيچرا منهنجي لاءِ صدين کان کليا پيا آهن.

باقي جيستائين موجوده حڪمران پارٽيءَ سان اختلاف جو تعلق آهي، ان باري ۾ آءٌ هن باوقار ۽ معزز عدالت کي انڌيري ۾ رکڻ بجاءِ چٽيءَ ريت ان جو پس منظر ۽ سبب ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان. جيئن عدالت کي صحيح فيصلي ڪرڻ ۾ آساني ٿئي. حڪمران پارٽيءَ سان منهنجي اختلاف جا ٻه دؤر آهن. پهريون اقتدار کان اڳ ۾، ۽ ٻيو اقتدار کان پوءِ.

حڪمران پيپلزپارٽيءَ جو چيئرمئن جڏهن ايوب خان ڪابينا ۾ پرڏيهي وزير هو. ان وقت هن 1965ع واري پاڪ ڀارت جنگ هلندي سلامتي ڪائونسل ۾ هڪ شاهڪار تقرير ڪئي هئي. اها تقرير فن خطابت جو معراج هئي، جنهن ايشيا جي پس مانده ملڪ جي گمنام گهٽ عمر، وزير خارجه کي ٽين دنيا جي مشهور خطيبن، جهڙوڪ ناصر، ٽيٽو، سوئيڪارنو ۽ نڪروما جي صف ۾ ٻيهاري ڇڏيو ۽ سندس خوبصورت شخصيت عالمي اخبارن جي زينت بنجي وئي، ليڪن ان تقرير جو هڪ جملو اهو به هو

ته: ”اسان هزار سالن تائين وڙهنداسين.“ جيتوڻيڪ آءٌ ان وقت سوچ جي موجوده سطح تي ڪو نه پهتو هوس. تڏهن به جنگ ۽ امن جي باري ۾ ڪتابن جو چڱو ذخيرو منهنجي نظر مان گذري چڪو هو. تنهن ڪري تقرير جي انهيءَ جملي جي عملي پهلوءَ جي پٺيان تاريخ جون هزارها خونريزيون منهنجي اکين اڳيان هيون. اهڙن جملن عرب جي قبائلي معاشري کي سالن تائين اهڙي جنگ جي باهه ۾ اچلائي ڇڏيو هو، جنهن کي صرف پيغمبر اسلام اچي ختم ڪيو. اهڙن ئي خطابتي شهڪارن روم ۽ ايران کي هڪ ٻئي جي خلاف برسرپيڪار رکي انساني تمدن کي ناس ڪيو. اهڙي ئي ذهنيت ڪارٿيج کي ڀسم ڪيو. فلسطين جي گهٽين ۽ ڪيتن ۾ رت جون نديون وهايون. بابل، نينوا ۽ موهن جي دڙي کي تباهه ڪيو ۽ انهيءَ قسم جي هٽلر جي هڪ جملي ”توپ پهرين مکڻ پوءِ“ انسانيت کي تباهيءَ سان همڪنار ڪري ڇڏيو. هنيسي بال کان هٽلر تائين جنگ انسان کي صرف هڪ ئي شيءِ ڏني آهي. سا آهي تباهي.....!!

منهنجي ذهن ۾ هڪ سوال ابري آيو آهي ته ايشيا جو هي سحر بيان مقرر تباهيءَ جي اهڙيءَ لعنت کي هزار سالن تائين برصغير جي عوام تي مسلط ڪري ڇا ٿو حاصل ڪرڻ چاهي؟ شهرت يا عوامي جذبات سان کيڏ!

انهيءَ ڳالهه مون کي ان وقت ئي ڀٽي صاحب جي سياست جي باري ۾ محتاط (سوچي قدم کڻندڙ) بنائي ڇڏيو. اعلان تاشقند کان پوءِ جڏهن ڀٽو صاحب، ايوب خان جو اولهه پاڪستان ۾ حريف بڻجي ميدان ۾ آيو ۽ هن اعلان

تاشقند کي اهم مسئلو بنائي قوم جون همدرديون حاصل ڪرڻ چاهيون ان وقت به منهنجي ذهن ۾ ڪيترن ئي قسمن جي شڪن جنم ورتو، جن مان هڪ اهو هو ته ڀٽي صاحب، جي جنگي ذهنيت ۾ ڪا به تبديلي ڪا نه آئي ۽ هو انهيءَ ذهنيت تي عمل ڪرڻ لاءِ ساڳيا طريقا اختيار ڪري رهيو هو، جيڪي جرمنيءَ ۾ هٽلر برسراقتدار اچڻ لاءِ اختيار ڪيا هئا. مثال طور هٽلر معاهده ورسيلز کي بنياد بنايو هو ۽ ڀٽو صاحب اعلان تاشقند جي ذريعي اهو مقصد حاصل ڪرڻ چاهي ٿو. ان ڪانسواءِ نفرت ۽ منفي بنيادن جي آڌار تي پيدا ٿيل شيءِ هاجيڪار ثابت ٿيندي آهي. اعلان تاشقند ايوب خان جو هٽائڻ ۽ هندوستان سان دشمني، اهي سڀ شيون منفي ۽ نفرت آميز هيون. مثال طور ڀٽي صاحب سيالڪوٽ جي عام جلسي ۾ هندوستاني وزير خارجه سورن سنگهه کي للڪاريندي چيو: ”او سورن سنگهه ياد رک آءٌ پهچي رهيو آهيان.“ اهڙن خالي نعرن ۽ ڌمڪين عوام جي سياسي شعور ۾ ڪو به واڌارو نه ٿي ڪيو. اُلٽو هڪ قسم جي جذباتيت جي باهه ٿي ڀڙڪائي. حالانڪ ان وقت ضرورت هئي ته عوام ۾ ذهني ۽ نظرياتي پختگي پيدا ڪري اهم قومي ۽ بين الاقوامي مسئلن جي پرک ۽ پروڙ جي صلاحيت پيدا ڪئي وڃي. ڀٽي صاحب جي اسلامي سوشلزم کي به آءٌ هڪ قسم جي ”هيپو ڪريسي“ سمجهندو هوس. ڇو ته اسلام ۽ سوشلزم جو ميلاپ اڻين ئي هو جيئن هڪ ترقي پسند سنڌ جي شاعر ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي هاڻوڪي (سابق) وائيس چانسيلر شيخ اياز، جي چوائي زمزم ۾ وُبڪا آهي.

سوشلزم اسلام ۾، زمزم ۾ وُبڪا،

مُلان ڇڏ اُٻڪا، دارون آهي دين جو.

هن وقت تائين جن به ملڪن ۾ سوشلزم آيو آهي ۽ جن ۾ سوشلسٽ سماج جي اڏاوت ٿي رهي آهي، اتي به طريقا اختيار ڪيا ويا آهن، پهريون هڪ مضبوط نظرياتي پارٽيءَ ٻڳهي هٿياربند جدوجهد ذريعي سوشلزم قائم ڪيو، ۽ ٻيو ڪن فوجي جرنيلن جي فوج جي هڪ مضبوط نظرياتي گروپ جي ذريعي اقتدار تي قبضو ڪري ملڪ جي هالو چالو سرشتي ۾ تبديليون پيدا ڪيون ويون. اگرچ اولهه يورپ جي ڪميونسٽ پارٽين موجوده دور ۾ ووٽ ذريعي سوشلزم رائج ڪرڻ جي پاليسي اختيار ڪئي آهي، جنهن ۾ اڃان ڪا به پارٽي ڪامياب ڪا نه ٿي آهي. چليءَ ۾ فوجي فاشِسٽ قوتن ڪميونسٽ صدر ايلنڊي ۽ نوبل پرائز يافته شاعر پابلو نرودا سان جيڪو وحشيانه سلوڪ ڪيو، تنهن لاطيني آمريڪا جي عوامي تحريڪن کي ووٽ ذريعي سوشلزم جي رستي اختيار ڪرڻ کان باغي بنائي ڇڏيو آهي. پوءِ به اٽلي، فرانس، پُرتگال ۽ اسپين جون ڪميونسٽ پارٽيون، ووٽن ذريعي سوشلزم جي لائين اختيار ڪري چڪيون آهن. وقتي طرح آءُ ڪٽي مڃان ته پٽي صاحب، به اهو رستو اختيار ڪيو هو- ليڪن هڪ ته پيپلزپارٽي هڪ نظرياتيءَ پارٽيءَ جي بجاءِ شخصيت پرستيءَ جي مهلڪ بيماريءَ ڏانهن وڌي رهي هئي ۽ ٻيو ان ۾ اهڙا ماڻهو ايڏي گهڻائيءَ ۾ قيادت جي چؤگرد گڏ ٿي رهيا هئا، جن جو سياسي طريقو چاراس نيپيئر کان يحيٰ تائين، موقع پرستي، ابن الوقتي ۽ حاڪمن جي دلالي رهيو هو- جيڪي هر سرڪار جا پيڙهياتا وفادار هئا، ۽ اهڙي ماحول سان تعلق رکندا هئا، جتي هر پيءُ مرڻ وقت پٽ

ڪي آخري وصيت سرڪار سان وفادار رهڻ جي ڪندو آهي، پوءِ اها لارڊ ويلزائيءَ جي هجي يا جناب ڀٽي صاحب جي!

ڀٽي صاحب جي حالت اُن فوجي جرنيل وانگر هئي، جيڪو اهڙي فوج جي آڏار تي دشمن سان مقابلو ڪرڻ نڪتو هجي، جنهن جي هر سپاهيءَ جي دِل دشمن جي جرنيل جي هٿ ۾ پيل پئسي جي عيوض پنهنجي سالار جي سسي وڍڻ لاءِ تيار هجي. آءٌ يقين سان چوان ٿو ته جيڪڏهن شيخ مجيب الرحمان گڏيل پاڪستان جو وزيراعظم ٿي وڃي ها ته پيپلزپارٽيءَ جو جهندو صرف هڪڙي ماڻهوءَ جي هٿ ۾ وڃي بچي ها، ۽ اهو ماڻهو خود جناب ڀٽو هجي ها!!

گهٽ ۾ گهٽ مون جهڙي ماڻهوءَ لاءِ اهڙي ماڻهوءَ ۾ چڱائيءَ جي اُميد رکڻ ايتري مشڪل هئي جيتري 70 سال جي پوڙهي عورت کان پُٽ پيدا ڪرڻ جي اميد رکڻ يا هڪ طوائف مان ڪنوارپ جي توقع رکڻ! سڀ کان وڏي ڳالهه جنهن مون کي موجوده حڪمران پارٽيءَ کان صفا بدظن ڪري ڇڏيو، سا هئي ون يونٽ جي مسئلي تي هن پارٽيءَ جي خاموشي ۽ مسلسل انهيءَ مسئلي کان لنوائڻ واري چال. جنهن دؤر ۾ هيءَ پارٽي سياست جي ميدان ۾ داخل ٿي، اُن وقت سنڌ ۾ ون يونٽ جي مسئلي، زندگي ۽ موت جي صورت اختيار ڪري ورتي هئي. سنڌ جي عوام کان اِها ڳالهه وسري ڪا نه هئي، جڏهن اسيمبلي هائوس کي فوج، پوليس ۽ رينجرس جي گهيري ۾ وٺي، سنڌي وڏيرن کان طاقت جي زور تي ون يونٽ جي دستاويز تي

صحيحون ورتيون ويون هيون. نه ئي سنڌ جي ماٺهن اِهو منظر وساريو هو، جڏهن سنڌ جي سرڪاري رڪارڊ سان گڏ سنڌي آفيسرن ۽ ملازمن کي ريل گاڏي ۾ ڀري لاهور نيو پيو ويو. بلڪل اهڙيءَ ريت آفريڪي غلامن کي جهازن ۾ ڀري يورپ ۽ آمريڪا جي شهرن ۾ اُڇلايو ويندو هو. سنڌ جي ڏوٿين کي اِهي ڪلور به ياد هئا، جيڪي ون يونٽ واري عرصي ۾ زمينن، نوڪرين، واپار ۽ زبان جي باري ۾ هن ملڪ جي حڪمران ٽولي ڪيا هئا. اسان ڪيئن ٿي وساري سگهياسين ته 1957ع ۾ مغربي پاڪستان اسيمبلي طرفان ون يونٽ ٽوڙڻ جي باري ۾ پاس ڪيل قرارداد کي ختم ڪرڻ لاءِ مارشل لا لاڳو ڪيو هو. جيتوڻيڪ اهو پورو عرصو پٽو صاحب، ايوب ڪابينا ۾ اهم عهدن جو وزير رهندو آيو ٿي. ليڪن سنڌ جي ماٺهن ڪيس به ٻين وڏيرن وانگر نظر انداز ڪري ڇڏيو هو. ليڪن هن اهم موڙ تي جڏهن هو پاڪستان جي سياست ۾ طوفان بنجي اُڀريو هو، اُن وقت ون يونٽ جي مسئلي تي سندس خاموشي نه صرف حيران ڪن هئي، پر هڪ حد تائين مجرمانه گوتنائي هئي. ويندي ايتريقدر جو هن صاحب سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس ۾ شاگردن جي هڪ ميڙ کي خطاب ڪندي ون يونٽ جي مسئلي تي چيو ته: ”آءٌ سيني سان اِنصاف ڪندس پر پنجاب سان غداري ڪو نه ڪندس.“ اِنهيءَ جو مطلب ظاهر هو ته ون يونٽ سان پنجاب جا مفاد وابسته هئا ۽ ڀُٽي صاحب انهن مفادن کي ڇيهو رسائڻ نٿي گهريو. ٻين لفظن ۾ هن ظاهر ڪري ڇڏيو ته هو ون يونٽ جو حامي آهي، ڇو ته پنجاب ون يونٽ جو حامي هو. اُهو وقت هو جڏهن سنڌي نوجوانن سان جيل ڀرجي چڪا هئا، روزانه سنڌي شاگردن جي جلوسن

تي لاڳي چارج ٿيندي هئي، ۽ ڪيترين چوڪرين ون يونٽ ختم ڪرائڻ واري تحريڪ ۾ جيل يا ترا ڪري چڪيون هيون ۽ هڪ نوجوان سنڌي بلو پنهور شهيد ٿي ويو هو، پر ڀٽي صاحب جي گومگو واري پاليسي جاري رهي. ايتري حد تائين جو جماعت اسلامي ۽ مسلم ليگ دولتانه گروپ طرفان به ون يونٽ ٽوڙڻ جا مطالبا ڪيا ويا. انهن ڪان پوءِ جڏهن ڀُٽي صاحب کي اندروني سرڪاري ذريعن مان خبر پئي ته ون يونٽ ٽٽندو تڏهن هن صاحب اعلان ڪيو ته: ”ون يونٽ ٽوڙيو وڃي.“ اڳتي هلي عوامي ليگ سان پيپلزپارٽيءَ جي تصادم نه صرف مون کي پر ڪيترن پيپلزپارٽيءَ جي ڪارڪنن کي پيپلزپارٽيءَ کان بدظن ڪيو. عوامي ليگ ۽ پيپلزپارٽي جي تصادم وقت ڀٽي صاحب بيان ڏنو هو ته هن ملڪ ۾ ٽي طاقتون آهن. پيپلزپارٽي، فوج ۽ عوامي ليگ.

هي اُن ماڻهوءَ جو بيان هو جنهن جي پارٽيءَ جي منشور ۾ هيءُ واضح اعلان موجود هو ته طاقت جو سرچشمو عوام آهي. هن نه صرف ٻن عوام جي چونڊيل جماعتن کي مليٽريءَ جي برابريءَ جي درجي تي آندو، پر يحيٰ خان، کي خوش ڪرڻ خاطر سياسي ميدان ۾ عوامي ليگ ۽ پيپلزپارٽيءَ سان گڏ فوج به گهلي آيو. فوج کي سياست ۾ ملوث ڪرڻ جا جيڪي نتيجا دنيا جي سياست ۾ ظاهر ٿي چڪا هئا، هن صاحب تن کي نظرانداز ڪري ڇڏيو. اُهو شايد ان ڪري جو سندس ابتدائي سياسي تربيت فوجي حڪومت ۾ ٿي هئي ۽ ٻيو ته هن جي ذهن ۾ اِهو خيال ويٺل هو ته منهنجي طرفان فوجي جنتا کي هڪ سياسي طاقت تسليم ڪرڻ سان فوج جون همدرديون مون سان

ٽينديون ۽ اڳتي هلي عوامي ليگ جي مقابلي ۾ فوج منهنجي مدد ڪندي ۽ واقع ائين ٿيو به. عوامي ليگ ۽ پيپلزپارٽيءَ مان منهنجون همدرديون عوامي ليگ سان هيون. ڇو ته هوءَ پاڪستان جي واحد اَڪثريتي جماعت هئي، جنهن کي آئين سازي ۽ حڪومت ڪرڻ جو حق هو. اهي آهن اقتدار کان اڳ ۾ پيپلزپارٽيءَ سان منهنجي اختلافن جا سبب.

20 ڊسمبر 1971ع ۾ پاڪستان پيپلزپارٽي جي چيئرمئن جناب ذوالفقار علي ڀٽي، صدر ۽ چيف مارشل ايڊمنسٽريٽر جي حيثيت ۾ بچيل ملڪ جون واڳون سنڀاليون. دنيا جي جمهوري تاريخ ۾ شايد پهريون ڀيرو چار ڪروڙ عوام جو چونڊيل نمائندو مارشل لا جي بندوق ڪٽي عوام جي سامهون آيو. ملڪ جا اُهي انسان جن فوجي آمريت جي لعنت کان ڇوٽڪاري لاءِ ٻارهن سال طويل جدوجهد ڪئي هئي ۽ جمهوريت جي جنگ وڙهندي، هنن پنهنجا ڪيترا جانباز ساٿي موت جي اونداهي غار ۾ ڪرندي ڏٺا هئا ۽ جمهوريت جي جنگ وڙهندڙ عوام جو سارو جسم پوليس جي ڏنڊن ۽ فوجي سنگينن سان زخمي ٿي پيو هو. اهو سڀ ڪجهه سهندي هنن پنهنجي دلبرانه جدوجهد ۽ آهني ارادن سان فوجي سنگينن، پوليس جي ڏنڊن، جيل جي آهني ڦاٽڪ ۽ مارشل لاءِ جي گوليءَ کي شڪست ڏئي جمهوريت جي خوبصورت دوشيزهه کي حاصل ڪيو هو. تن جڏهن جمهوريت جي عيوضيءَ کي مارشل لاءِ جي ورديءَ ۾ ڏٺو ته هنن جا وڻ وڃي ويا. ملڪ جي وايو منڊل ۾ چوڌس هن قسم جا آواز اچڻ لڳا.

هي اُداس چمن، هي نراس گل ۾ مکڙيون،

هيءَ بهار پڻ خزان آهي، هيءَ بهار ڪين گهرجي.

اِنهيءَ حالت ۾ ماحول کي ڏسندي خود پيپلزپارٽيءَ جي هڪ شاعر چئي ڏنو:

جو تو ڏنو سو ڪوڙ هو،

فريب، ڌوڪو، ڌوڙ هو.

ملڪ ۾ 12 سالن جي جمهوري جدوجهد جو نتيجو اِهو نڪتو جو رهيل ملڪ ۾ فوجي مارشل لا جي جاءِ عوامي مارشل لا اچي والاري يعني ڏنڊو ساڳيو سنگين ساڳي ۽ گولي اها ئي هئي، پر رڳو هٿ بدليل هو. اڳ ۾ اِها هڪ فوجيءَ جي هٿ ۾ هئي ۽ هن وقت هڪ جمهوري نمائندي جي هٿ ۾...!!

انهيءَ عوامي مارشل لا جو پهريون شڪار پ پ جو رهنما قومي اسيمبليءَ جو ميمبر مختيار رانا ٿيو. طاقت جو سرچشمو عوام جو اصول رکندڙ پارٽيءَ جي مارشل لا سندس ئي هڪ ميمبر کي فوجي عدالت کان سزا ڏياري، سندس سيٽ رد ڪري عملي طرح ثابت ڪيو ته هڪ لک عوام جي طاقت ۽ فيصلو ٻن فوجي آفيسرن جي طاقت ۽ فيصلي جي مقابلي ۾ غلط هو.

عوامي مارشل لا جو ٻيو شڪار، سنڌ ۾ پ پ جا ٻه اڳواڻ،

شاعر ابراهيم منشي ۽ عالم عبدالحق رباني ۽ جيئي سنڌ جو اڳواڻ يوسف لغاري ٿيا. انهيءَ وچ ۾ پيٽي صاحب 14 سؤ آفيسرن کي نوڪريءَ تان زوريءَ رٽائر ڪيو. جن مان اڪثريت سنڌين جي هئي. ان ڪري منهنجي ليڊر جناب جي. ايم. سيد هڪ اخباري بيان جاري ڪري چيو هو ته: ”اُن اِسڪريننگ ذريعي سنڌي عوام جي نسل ڪشي ڪئي وئي آهي.“ ون يونٽ واري پوري دؤر ۾ سنڌي ماڻهن کي نوڪرين کان پري رکيو ويو هو، پر جيڪي ڪجهه ماڻهو اثر رسوخ يا قسمت جي مدد سان نوڪريون حاصل ڪري سگهيا هئا، تن کي عوامي مارشل لا جي تلوار ختم ڪري ڇڏيو.

آفيسرن جي انهيءَ نظهيري مهم جو مقصد فرض شناس ۽ ديانتدار آفيسرن جي ميس ماري ڪين پارٽي ورڪر جي حيثيت ڏيڻ کان سواءِ ڪجهه ڪو نه هو. اهڙيءَ ريت عوامي مارشل لا سان گڏ نوڪر شاهيءَ جو پورو سرشتو هڪڙي حڪمران پارٽي جي گرفت ۾ ڏنو ويو. آفيسر پنهنجي نوڪريءَ کي عوامي مارشل لا جي تلوار کان بچائڻ خاطر هر ڪڌو ڪم ڪرڻ لاءِ تيار رهندا آهن. ويندي جيل ۾ بند سياسي قيدين تي ڪوڙا هڻڻ، هترادو، من گهڙت ۽ جڙتو ڪيس ٺاهڻ ۾ به حڪومت جا پانهن ٻيلي ٿيڻ ۾ ڪا به هبڪ محسوس نٿا ڪن.

پيپلزپارٽيءَ جي حڪومت جي اثرات ظاهر ٿيڻ شرط اُن پارٽيءَ جي چيئرمئن جي ذهانت ۽ قابليت جي متعلق جيترا رومانوي تصورات قائم ٿيل هئا، سي هڪدم ختم ٿيڻ لڳا. اِهڙي حڪومت جنهن جو سربراهه ڀٽي صاحب

جهڙو ماڻهو هجي، سا ملڪ اندر انتظامي سرشتي کي قائم ڪرڻ ۾ اَڄ ڏينهن تائين ناڪام وئي آهي، جيتريون خونريزيون، ڌاڙا، ڦريون، اغوا ۽ قتل هن دؤر ۾ ٿيا آهن، اوترا گذريل دؤر جي ڪنهن به حڪومت ۾ ڪو نه ٿيا ۽ خارجيه پاليسيءَ جي ميدان ۾ ملڪ ڪنهن به باوقار پاليسي اختيار ڪرڻ کان عاجز رهيو آهي. آءٌ جيڪڏهن مختصر لفظن ۾ حڪومت جي ملڪي ۽ بين الاقوامي پاليسين کي بيان ڪريان ته اُهي لفظ هي هوندا:

”اندرون مُلِڪ سياسي تشدد واري پاليسي.

پرڏيهي معاملن ۾ محڪوميءَ واري پاليسي.“

ملڪ جي سياسي صورتحال ۾ خوف ۽ هراس پيدا ڪرڻ لاءِ هن دؤر حڪومت ۾ سياسي ڪارڪنن سان اُهي عقوبتون ڪيون ويون. جنهن جو تصور ڪنهن غير ملڪي سامراج کان ته ٿي سگهي ٿو پر هڪ قومي جمهوريت سڏائيندڙ حڪومت کان ايتري ڪارروائيءَ جي باري ۾ ڪو سوچي ئي نٿو سگهي، مثال طور:

ٿاڻن ۽ لاڪ اپ ۾ سياسي ڪارڪنن کي ڏنڀ ڏيارڻ، بدفعلي ڪرائڻ، منهن تي پيشاب ۽ ڪرفتيءَ جو ٿيلهيون ٻڌائڻ، سياسي ڪارڪنن کي اُگهاڙو ڪري بازاري عورتن سان فوٽو ڪڍائي عوام ۾ تقسيم ڪرڻ وغيره (پنجاب هاءِ ڪورٽ ۾ سيد قصور گرديزي، ميان طفيل، حبيب جالب ۽ مولوي شير محمد جا ڏنل بيان.)

سياسي ليڊرن جو قتل، جيترو هن دؤر ۾ ٿيو آهي، اوترو اڳي ڪڏهن به ڪو نه ٿيو آهي. اَشوڪ ڪمار، خواجه رفيق ڊاڪٽر نذير احمد، عبدالصمد اَڇڪزئي، مولوي شمس الدين، حيات محمد شير پائو، فقير محمد اَمين مگريو، شهيد عبدالرزاق سومرو ۽ ٻين جا بيهمانه قتل هن جمهوري دؤر جا يادگار آهن.

هڪ نئون طريقو هن حڪومت جي دؤر ۾ ايجاد ڪيو ويو آهي، جنهن جا مثال انگريزن جي دؤر ۾ به نٿا ملن. اِهو طريقو آهي، سياسي ڪارڪنن جي مائٽن، عزيزن ۽ والدين جي گرفتاريءَ جو....! انهيءَ طريقي جو شڪار پوري ملڪ ۾ سڀ کان وڌيڪ جيئي سنڌ تحريڪ جا نوجوان ڪارڪن بڻيا آهن. اسان جي اِها شايد بدقسمتي آهي جو ون يونٽ ٽوڙائي جن سنڌي آفيسرن کي اسان پنجاب جي غلاميءَ مان ڇوٽڪارو ڏياريو، اُنهن ئي آفيسرن سنڌ ۾ سياسي بنيادن تي سنڌي عورتن کي گهرن مان ڪڍي بيعزتيءَ سان ٿاڻي تي گهرائي سندن شلوارن ۾ ڪُئا وڌا. اِهڙن اَحڪامن تي سنڌ جي حڪومت جا بالا عملدار صحيحون ڪرڻ وقت، سنڌ جون سڀ رواداريون شايد وساري ويٺا.

اسان کي خبر آهي ته اُنهن آفيسرن اِهي سموريون ڪارروايون پنهنجي نوڪري بچائڻ لاءِ ڪيون ۽ جنهن به آفيسر پنهنجي ضمير جي آواز تي هلڻ چاهيو، اُن کي نه صرف نوڪري تان برطرف ڪيو ويو، پر ڪيس گرفتار به ڪيو ويو. مثال:

سيشن جج سانگهڙ مسٽر اَويس جي. بي. پي. آر تحت گرفتاري عدالت جي توهين جو موجوده حڪومت جي پيشاني تي اَڻ مٽجندڙ داغ آهي، ۽ اُن سان گڏ آفيسرن جي بيوسيءَ ۽ لاچاريءَ جو واضح ثبوت پڻ.

هن جاءِ تي آءٌ صرف هڪڙي واقعي جو ذڪر ڪندس جنهن جو تعلق مون سان آهي. 1977ع ۾ هڪ واقعي تان ڏمرجي سنڌ حڪومت گرفتارين جو سلسلو شروع ڪيو. اُن سلسلي ۾ سانگهڙ، لاڙڪاڻي، نواب شاهه، دادو، حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ضلعن ۾ جيئي سنڌ تحريڪ جي ڪارڪنن جي مائرن، ڀينرن، پيئرن ۽ ڀائرن کي گرفتار ڪيو ويو. ٿرپارڪر مان منهنجي والد، ٻن ڀائرن ۽ ٻين عزيزن کي گرفتار ڪري مٿن وحشيانه تشدد سان گڏ ڪين پورا ٽي مهينا ڊسٽرڪٽ جيل ميرپورخاص ۾ رکيو ويو. اِهو سڀ ڪجهه اُن لاءِ ڪيو ويو، جيئن هو مون کي جيئي سنڌ تحريڪ تان هٽائي، سنئين رستن تي هلائين. اِهڙي قهري ڪاررواين ٿيڻ جي باوجود مُلڪ اِسلامي جمهوريه پاڪستان آهي، ۽ اُن جي دستور ۾ قرآن ۽ حديث جي خلاف ڪا به ڳالهه داخل نه ڪرڻ جي دعويٰ ٿيل آهي. هتي ٿورڙو وقت آءٌ وٺندس، جيئن اِهڙي ڪارروائين جي باري ۾ اسلام سان گڏ هن برصغير ۾ انگريز حڪومت جي روش جي روشنيءَ ۾ ڪجهه گفتگو ڪريان.

رسول الله صلعم جن آخري حج جي خطبي ۾ مختلف ڳالهين سان گڏ هڪ هيءَ به ڳالهه فرمائي هئي:

اَلاَ لايَجنِي، وَالِدُ عَليٰ وَلَدِهِ

يعني:

”پٽ جي ڏوهه جو جوابدار پيءُ ناهي ۽ نه وري پيءُ جي ڏوهه جي ڇَٽِي پُٽَ تي آهي.“

اسلامي دستور جو اِهو هڪ ضابطو آهي، جنهن مطابق مجرم جي گمشدگيءَ يا روپوشيءَ جي حالت ۾ سندس ڪنهن به عزيز کي سزا نٿي ڏئي سگهجي. پر هتي ”ڇٽي پوي چاڪر تي پر وتايا تون...!“ وارو حساب لڳو پيو آهي. برصغير ۾ انگريزن جي دور حڪومت ۾ اُن حڪومت کي ٻاهڻ لاءِ هڪ تشدد پسند تنظيم وجود ۾ آئي. ان جي ڪارڪنن انگريز آفيسرن کي قتل ڪرڻ کان وٺي اسيمبليءَ ۾ بم اڇلائڻ تائين هر ڪارروائي ڪئي. ليڪن مون تاريخ ۾ ڪٿي ڪو نه پڙهيو آهي ته انگريزن ڪڏهن ڀڳت سنگهه جي ماءُ کي گرفتار ڪيو، اجي گهوش ڪمار، جي پيڻ کي گرفتار ڪيو يا چندر شيڪر آزاد جي پيءُ کي جيل ۾ بند رکيو!؟

ٻي جنگ عظيم وقت مشهور ڪانگريسي ليڊر ’سياش چندر بوس‘ هندوستان مان ڀڄي وڃي جرمني ۽ جپان جي مدد سان آزاد هند فوج ٺاهي، انگريزن تي حملا ڪيا، ليڪن انگريزن سندس ڌرم پتني، ماتا، پتا، مان ڪنهنکي به گرفتار نه ڪيو. موجوده دور ۾ مغربي ملڪن اندر ڪيترين ئي جرائم پيشه تنظيمون آهن. شاهوڪار توڙي غريب مائٽن جا ڪيترا مايوس نوجوان گهران ڀڄي انهن ۾ شامل ٿي ڪيترن ڀيانڪ ڏوهن جو ڪم ڪن ٿا، مگر اتي جون

حڪومتون يا پوليس، انهن جي مائٽن کي گرفتار نٿي ڪري.

رڳو سنڌ ۾ 1942ع ۾ حرن خلاف وٺ پڪڙ دوران، انگريزن، حريت پسند حُرن جي ٻارن ٻچن کي گرفتار ڪري لوڙهن ۾ بند ڪيو هو. موجوده حڪومت به سنڌ انگر انگريزن جي انهيءَ سُنت تي عمل ڪري، سنڌي ماڻهن کي شايد اِهو احساس ٿي ڏياري ته 14 آگسٽ جو سِج سنڌي قوم لاءِ اجا ڪو نه اُڀريو آهي.

هاڻي آءٌ صوبائي خودمختياريءَ جي باري ۾ حڪومت سان پنهنجي اختلافن جي ڪارڻن جي باري ۾ ڪجهه عرض ڪرڻ چاهيان ٿو. هيءَ حقيقت آهي ته موجوده حڪومت جي دور ۾، پاڪستان جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو عوام جي چونڊيل نمائندن، ڊگهي بحث ۽ اختلاف ڪان پوءِ آئين ٺاهي، ملڪ ۾ نافذ ڪيو آهي. جيتوڻيڪ اُن آئين تحت چونڊون اجا تائين نه ٿيون آهن ۽ چئي نٿو سگهجي ته مستقبل ۾ دستور هيٺ ٿي به سگهنديون يا نه؟

1970ع جي عام چونڊن کان اڳ هن ملڪ جي عوام لاءِ ٻه مسئلا زندگيءَ ۽ موت جي سوال جي حيثيت اختيار ڪري ويا هئا. هڪ ون يونٽ جو خاتمو ۽ ٻيو صوبائي خودمختياريءَ جو مسئلو. اولهه پاڪستان (ان وقت) ۾ عوامي ليگ صوبائي خودمختياريءَ جي مسئلي تي ۽ اولهه پاڪستان جي ٽن صوبن ۾ سنڌ متحده محاذ ۽ نيشنل عوامي پارٽي، ون يونٽ ٽوڙڻ جي سوال تي مقبول ۽ مشهور جماعتون بنجي چڪيون هيون. ون يونٽ جي

خاتمي کان پوءِ صوبائي خودمختياريءَ جي مسئلي تي اهي ٽئي جماعتون ذري گهٽ متفق هيون. ملڪ جي سياسي صورتحال هيءَ وڃي بيٺي هئي جو اوڀر پاڪستان ۾ عوامي ليگ ۽ اولهه پاڪستان جي سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان ۾ سنڌ متحده محاذ ۽ نيشنل عوامي پارٽيءَ جي ڪٽڻ جا امڪان روشن نظر اچڻ لڳا هئا. سنڌ جي سياسي صورتحال هيءَ وڃي بيٺي جو موجوده حڪمران پارٽيءَ جي چوٽيءَ جا ليڊر (سنڌي) پنهنجي ڪريل ڪرتوتن جي سنڌي عوام کان، سنڌ جي قومي اڳواڻ سائين جي. ايم. سيد جي معرفت معافي وٺڻ لڳا.

سنڌ جي هاٺوڪي (سابق) وزير اعليٰ جناب غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جا اهي لفظ هن وقت به منهنجي ڪنن ۾ گونجي رهيا آهن، جيڪي هن صاحب، سنڌ متحده محاذ جي عام جلسي ۾ چيا هئا: ”آءٌ سنڌي عوام کان پنهنجي والد مرحوم جي غلطين جي معافي ٿو وٺان، جيڪي هن کان سنڌي عوام جي مفاد جي خلاف ون يونٽ جي سلسلي ۾ ٿيون هيون.“

شايد تاريخ جي دهرائڻ وارو نظريو صحيح ثابت ٿئي ۽ سياڻي مسٽر غلام مصطفيٰ جتوئي جي فرزند کي سنڌي عوام جي عدالت ۾ حاضر ٿي مٿيان ساڳيا لفظ ورجائڻ جي ضرورت پيش اچي ۽ ان وقت سنڌي عوام جي عدالت ۾ ڪو به جي. ايم. سيد جهڙو روادار رهبر ۽ سنڌ جي روايتن جو پابند ليڊر موجود نه هجي. هيءُ هڪ ضمني جملو هو، اصل ڳالهه هيءَ هئي ته ان وقت سنڌ متحده محاذ جي سياسي حيثيت اهڙي درجي تي پهچي چڪي

هئي. ٻئي طرف سرحد ۾ هر سرڪار جو پيڙهياتو وفادار، خان قيوم، سرحد جي عوام جي سيلاب کان ٻچي، ولي خان جي در جون حاضريون ڀرڻ لڳو هو. ون يونٽ ٽوڙڻ کان پوءِ ڇهن نُڪتن جي بنياد تي صوبن کي خودمختياريءَ ڏئي ملڪ کي مضبوط ۽ محفوظ بنائڻ جو پروگرام تي سنڌ متحده محاذ ۽ عوامي ليگ ۾ باقاعدي سمجهوتو ٿي چڪو هو. نيشنل عوامي پارٽي پنهنجي سياسي مصلحتن جي بنياد تي ان ڳاهه ۾ شريڪ ڪا نه ٿي هئي. نيشنل عوامي پارٽي ۽ سنڌ متحده محاذ لاءِ اليڪشن ۾ سڀ کان وڏو مسئلو ون يونٽ جو هو ۽ عوامي ليگ لاءِ ڇهن نڪتن جي بنياد تي خودمختياري جو سوال هو.

ان وقت ملڪ ۾ انهن ٽنهي ترقي پسند، محب وطن ۽ امن دوست پارٽين جي واضح مقبوليت ڏسي هڪ منظم سازش تيار ٿي، جنهن جو مقصد هو ته صوبائي خودمختياريءَ جي مسئلي تي عوامي ليگ کي اسيمبليءَ اندر اڪيلو ڪري مار ڏيڻ.“

انهيءَ سازش تي عمل هن ريت ٿيو جو صوبائي خودمختياري جي مسئلي کي جيئن جو تيئن رهڻ ڏنو ويو ۽ ون يونٽ کي ختم ڪيو ويو. ون يونٽ ٽٽڻ شرط سنڌ متحده محاذ ۽ نيشنل عوامي پارٽيءَ جي هڪ اهم مقصد پوري ٿيڻ سان گڏ وٽائن اليڪشن ۾ پروگرام ڪٽڻ جهڙو اهم ميدان ڦرجي ويو. نتيجو اولهه پاڪستان ۾ سازشي ٽولي جي پروگرام وٽان نڪتو. سنڌ متحده محاذ هڪ نشست به حاصل ڪري نه سگهيو ۽ نيشنل عوامي پارٽي

پنهنجي پيدائشي صوبي سرحد ۾ صرف چار سيٽون حاصل ڪري سگهي. تڏهن به عوامي ليگ، سازشي ٽولي جي اميدن جي برخلاف اوير پاڪستان ۾ ٻن ڪان سواءِ قومي اسيمبلي جي سمورين سيٽن تي قبضو ڪري ورتو ۽ هو صوبائي خودمختياريءَ جي مسئلي کي ڇهن نُڪتن جي بنياد تي حل ڪرڻ لاءِ ٻي ڪنهن به پارٽيءَ جي مدد ۽ حمايت جي محتاج نه رهي. اهڙيءَ صورتحال کي ختم ڪرڻ ۽ صوبائي خودمختياريءَ جي مسئلي کي ڊانوا ڊول ڪرڻ لاءِ انهيءَ ساڳي سازشي ٽولي آئين سازيءَ لاءِ ٿيل اليڪشن کي اقتدار ۽ حڪومت جي حصول جو مسئلو بنائي وڌو ۽ اقتدار جي جنگ خطرناڪ صورت اختيار ڪري وئي. جيتوڻيڪ چونڊون صرف آئين سازيءَ لاءِ ٿيون هيون. اسيمبليءَ کي اقتدار جي حصول جي جنگ جو آکڙو بنائڻ ۾ بنيادي ڪردار يحيٰي خان جي هڪ جملي ادا ڪيو، جنهن ۾ هن چيو ته: ”پاڪستان ۾ اينڊڙ وزيراعظم شيخ مجيب الرحمان آهي.“ اهو جملو هڪ سوچيل سمجهيل منصوبي تحت چيو ويو هو، نه ته يحيٰي خان کي پوريءَ ريت معلوم هو ته هي چونڊون حڪومت ٺاهڻ لاءِ نه پر آئين ٺاهڻ لاءِ ٿيون آهن. اِهڙو ذڪر سندس پنجن نڪتن ۾ موجود هو ته اسيمبلي، دستور ٺاهڻ کان پوءِ ختم ٿي ويندي ۽ نئين آئين ماتحت حڪومت سازيءَ لاءِ نيون چونڊون ٿينديون، پر جيڪڏهن هڪ سؤ ويهن ڏينهن اندر، اسيمبلي دستور ٺاهڻ ۾ ناڪام وئي تڏهن به اُها خود به خود ختم ٿي ويندي. اهڙي واضح پروگرام جي هوندي يحيٰي خان اِهو علان پيپلزپارٽيءَ ۽ عوامي ليگ کي اقتدار جي جنگ ۾ جنبائڻ لاءِ ڪيو ته جيئن ڇهن نڪتن جي بنياد تي آئين ٺاهڻ لاءِ اسيمبلي نه گڏجي سگهي ۽ نه

وري اِهڙو آئين تيار ٿي سگهي، جنهن ۾ صوبن کي قرارداد-لاهور جي بنياد تي خودمختياري مليل هجي. ڇو ته اِهڙي آئين جي موجودگيءَ ۾ اُنهن طبقن، گروهن ۽ ٽولن جي ڦرلٽ کي ٻنجو اَچي وڃي ها، جن پاڪستان جي مختصر تاريخ ۾ ڪڏهن ملڪ جي دفاع، ڪڏهن اِسلامي اُخوت ۽ ڪڏهن مضبوط مرڪز جي نالي ۾ هتي جي ننڍن صوبن ۽ قومن کي پِٺي لٽيو ڦريو، ڇڇريو ۽ چيپاٽيو. صرف اُنهن طبقن ۽ گروهن ۽ ٽولن جي پرماريت کي قائم رکڻ لاءِ اقتدار جي حصول جو ناٽڪ رچائي اُهو ڪجهه ڪيو ويو، جنهن جو نتيجو اڄ نئين پاڪستان جي صورت ۾ اسان جي سامهون آهي. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان هڪ مهينو ۽ هڪ ڏينهن پوءِ منهنجي ليڊر ۽ سنڌ جي قومي اڳواڻي سائين جي. ايم. سيد 4 جنوري 1972ع تي سنڌس ڳوٺ سن ۾، هڪ عوامي ميڙ کي خطاب ڪندي، ان وقت جي صدر پاڪستان جناب ڀٽي صاحب کي بچيل ملڪ جي بقا ۽ بچائڻ لاءِ آئين ٺاهڻ جي سلسلي ۾ ڪجهه تجويزون ڏنيون هيون، جن ۾ هڪ تجويز هيءَ به هئي ته: ”پاڪستان کي چئن قومن جو ملڪ تسليم ڪري آئين ۾ انهن قومن کي صوبن جي بنياد تي خودمختياري ڏني وڃي ۽ بچاءُ، ناڻي ۽ پرڏيهي معاملن جي کاتن کان سواءِ ٻيا سڀ کاتا صوبن جي حوالي ڪيا وڃن.“ حڪومت انهن تجويزن تي ڌيان ڏيڻ جي بجاءِ جناب سيد، کان سنڌس تقرير جي ملڪ دشمن حيثيت جي باري ۾ وضاحت طلب ڪئي. اِها وضاحت پ پ جي جنرل سيڪريٽري جي. اي. رحيم طلب ڪئي هئي، ۽ اَڄ اهو ساڳيو جي. اي. رحيم ملڪ دشمنيءَ جي مجرم جي حيثيت ۾ هن عدالت سڀڳوريءَ اندر پيش ٿيندو رهي ٿو. نئين پاڪستان جي

پراڻي اَسيمبليءَ، پهرين عبوري دستورُ ۽ پوءِ مستقل دستور منظور ڪيو. جنهن وقت دستور جو خاڪو پڌرو ٿيو، ان وقت مون لکيو هو ته: ”نئيڊڙي مرڪز جي پيٽ ۾ ايترا ڪاڏا وڌا ويا آهن، جو متان انهن جو وزن مرڪز جو پيٽ ڦاڙي وجهي!“

نئين آئين ۾ صوبن کي ايترا اختيار به ڪو نه ڏنا ويا هئا، جيترا 1935ع جي انڊيا ائڪٽ ۾ انگريزن غلام هندوستان جي صوبن کي ڏنا هئا (تقرير سيد ظفر علي شاهه، ايم. پي. اي 3 مارچ 1973ع) انگريزن جي وقت ۾ ضلعي عملدار کي رسالي ۽ اخبار جو ڊڪلئريشن ڏيڻ جا اختيار هوندا هئا ۽ هن سنڌ جي وزير اعليٰ کي اهڙا اختيار ناهن. هيءَ انتهائي شرمناڪ ڳالهه آهي ته هاءِ اسڪول جي شاگرد جي آزاديءَ جي باري ۾ سنڌ جو وزير اعليٰ اهو جواب ڏئي ته: ”انهيءَ معاملي ۾ آءٌ بيوس آهيان، ڇو ته مرڪزي اَحڪام آهن.“ جنهن سنڌ جي صوبائي حيثيت بحال ڪرائڻ لاءِ اسان جي ليڊرن ۽ عوام ڇوڏنهن سال مصيبتن کي مڙساٽو منهن ڏئي جاکوڙ ۽ جدوجهد ڪئي، ان جي صوبائي حيثيت بحال ٿيڻ کان پوءِ صوبي جي وزير اعليٰ جي حيثيت هيءَ آهي، جو هو ڄامشوري جي اسٽيشن تي مسافرن لاءِ هڪ معمولي شيڊ لڳائڻ جي مطالبي جي جواب ۾ چوي ٿو ته: ”آءٌ مرڪز کي اِهڙي درخواست ڪندس.“ (سنڌ يونيورسٽيءَ اسٽوڊنٽس يونين جي قسم کڻڻ واري تقريب ۾ جتوئي صاحب جي تقرير 1974ع)

صوبن کي جيڪا خودمختياري ڏني وئي آهي ان ۾

صوبائي حڪومت اسٽيشن تي مسافر خانو به ٺهرائي نٿي سگهي. مون کي آزاديءَ ۽ غلامي واري صوبائي خودمختياريءَ جي تفاوت تي ڏاڍي حيرت ٿيندي آهي. سن 1939ع يا 1940ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو قائد ايوان (شهيد) الهه بخش سومرو هو، جنهن سنڌ ڪانگريس جي صدر ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي جي مطالبي تي مولانا عبيدالله سنڌي جي 25 ساله جلاوطني ختم ڪري ڪيس سنڌ ۾ واپس گهرايو. مولانا عبيدالله سنڌي 1915ع ۾ هندوستان مان ٻاهر وڃي ڪابل ۾ هندوستان جي آزاد جلاوطن حڪومت قائم ڪئي ۽ ريشمي رومال واري هلچل انگريزن جي نظر ۾ جوابدار هو. انگريز حڪومت خلاف مولانا جي ڪارروائين سان رولٽ ائڪٽ ڪميٽيءَ جي رپورٽن جا دستاويز پريا پيا آهن. اُنهن ڪارروائين جي بنياد تي انگريزن ڪيس گولي هڻڻ جو حڪم ڏنو هو. اهڙي ماڻهوءَ کي غلام سنڌ جو هڪ بااختيار وزير اعليٰ نه صرف واپس ٿو گهرائي، پر ڪراچي بندر تي انگريزن جي باغي پوڙهي انقلابيءَ جو استقبال پڻ ڪري ٿو. پوءِ به سندس حڪومت کي لوڏو نه ٿو اچي. ٻئي طرف آزاد ملڪ جي صوبائي وزير اعليٰ جي اختيارات جي حالت هيءَ آهي جو هو ٽنڊي الهيار جي هاءِ اسڪول جي شاگردن جا ريسٽيڪيشن آرڊر واپس وٺڻ جي معاملي ۾ مرڪز جو محتاج آهي ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگرد کي آزاد ڪرڻ جي باري ۾ مرڪز وٽ لاچار آهي. چئن صفحن جي هفتيوار اخبار جي ڊڪليئريشن جي منظوريءَ لاءِ مرڪز وٽ ٻيوس آهي. ٽيليفون جو هڪڙو ڪنيڪشن ڏيڻ لاءِ اسلام آباد وٽ مجبور آهي، ۽ ڄامشوري ريلوي اسٽيشن تي برسات ۾ اُس کان بچڻ خاطر مسافرن لاءِ هڪ شيڊ ٺهرائڻ

لاءِ هن کي ريلوي جي چيئرمئن کي درخواست ڪرڻي پوي ٿي.

به بين تفاوت رَهه ڪُجا اَست تا به ڪجا

هر پارلياماني (Parliamentary) حڪومت جو دستور آهي ته اسيمبليءَ جي قائد ايوان جي تبديلي، اسيمبليءَ جي ميمبرن جي عدم اعتماد جي ووٽ (Vote of no-confidence) سان ٿيندي آهي، پر هتي پارلياماني نظام هوندي به اسيمبليءَ ۾ قائد ايوان، گورنر وانگر مرڪز طرفان ٺاڦيو ويندو آهي، ۽ ان معاملي ۾ هائوس جي راءِ يا ووٽ جي ڪا به ضرورت محسوس نه ٿي ڪئي وڃي. صوبائي اسيمبليءَ جي بي اختياريءَ جو هيءَ عالم آهي، جو 62 ميمبرن جي هائوس مان 51 ميمبرن جي مرضيءَ ۽ راءِ سان پاس ڪيل سنڌي زبان وارو بل مرڪز جي مداخلت جو شڪار ٿي وڃي ٿو، پر خود صوبائي اسيمبليءَ ۽ صوبائي وزارت جي حيثيت هي آهي جو صدر مملڪت، ڪنهن به وقت غير معمولي حالتن جي آڙ ۾ انهن کي ختم ڪري سگهي ٿو. حالانڪ هئڻ ائين گهريو هو ته جيستائين صوبائي اسيمبليءَ جا به ٻاگي ٿي ميمبر اسيمبلي کي ختم ڪرڻ يا وزارت برطرف ڪرڻ (Dismiss) جي باضابطه درخواست نه ڪن، ان وقت تائين اسيمبليءَ يا وزارت برطرف ڪرڻ جو مرڪز کي ڪو به اختيار نه هجي. اهڙي طريقي سان جيڪڏهن اسيمبليءَ ڪو به بل هڪ مقرر ۽ متعين اڪثريت سان پاس ڪري ته مرڪز ان تي عمل درآمد ڪرڻ لاءِ جوابدار ۽ ٻڌل هجي. صوبائي حڪومت ۾ هوم سيڪريٽري ۽ چيف سيڪريٽري

عملي طرح وزير اعليٰ کان وڌيڪ بااختيار (Powerful) شخصيتون آهن، ڪيترين گرفتارين يا آزادين وزير اعليٰ (Chief Minister) جي حڪم ۽ علم کان سواءِ ٿينديون رهن ٿيون. قانوني طرح جنهن محڪمي جي سربراهه کي جيڪي اختيار مليل آهن، تن جي باري ۾ به اُهو سربراهه بيوس ۽ بي اختيار آهي. انصاف جي باري ۾ عدالت بي اختيار آهي. قيديءَ کي قانوني طرح آزاد ڪرڻ جي سندَ هوندي به جيل انتظاميا بي اختيار آهي. سپريم ڪورٽ، هاءِ ڪورٽ ۽ ٽريبونل جي حڪمن ۽ ضمانتن جي موجودگيءَ ۾ سپرنٽينڊنٽ جيل قيديءَ کي آزاد ڪرڻ لاءِ هوم سيڪريٽريءَ جي فون جو منتظر رهي ٿو. هوم سيڪريٽريءَ جي غير موجودگي ۾ هفتي ٽائين قيدي بي گناهه جيل ۾ ئي رهي ٿو. سيني حڪمن ۽ وزارتن جا اختيار اسلام آباد جي پرائم منسٽر هائوس ۾ جمع ٿي ويا آهن.

هڪ ٻئي طريقي سان معاملي کي ڏسڻ سان صورتحال هن ريت بيهي ٿي. ڊي. سي ڪنهن فيصلي ڪرڻ کان اڳ ۾ هوم سيڪريٽريءَ جي فون جو منتظر رهي ٿو. ڪمشنر حڪم صادر ڪرڻ کان پهرين هوم سيڪريٽريءَ جي فون جو منتظر رهي ٿو. ڊي. ايس. پي، ڪو قدم کڻڻ کان اڳ ۾ هوم سيڪريٽري جي فون جو انتظار ڪري ٿو. ايس. پي پنهنجي اختيارات جي استعمال کان اڳ ۾ هوم سيڪريٽريءَ جي فون لاءِ واجهائي ٿو. وائيس چانسلر شاگرد جي داخلا منظور ڪرڻ کان اڳ ۾ هوم سيڪريٽريءَ جي فون ترسي ٿو. جج جي قلم جي جنبش هوم سيڪريٽريءَ جي فون جي آواز تي شروع ٿئي ٿي، ۽

سپرنٽينڊنٽ قيديءَ کي هوم سيڪريٽريءَ جي فون تائين انتظار ۾ رکي ٿو، ۽ وري هوم سيڪريٽري، پرائيم منسٽر (وزيراعظم) جي فون ڪانسواءِ گهر واريءَ سان ڳالهائڻ لاءِ به تيار ناهي. مطلب ته هن بدنصيب خطي تي ماڻهن جي بدران ٽيليفون جي حڪومت آهي. حالت هيءَ آهي جو صوبائي وزير اعليٰ کي هڪڙي به ڪنيڪشن ڏيڻ جو اختيار ڪونهي. انهيءَ سڀ ڪجهه هوندي رات ڏينهن اعلان ٿيندا رهن ٿا ته صوبن کي وڌ ۾ وڌ اختيار ڏنا ويا آهن. اسان جي لاءِ انهن حالتن جي موجودگيءَ ۾ اهڙن اعلانن تي ڀروسو ڪرڻ ناممڪن آهي. نئين پاڪستان جي پراڻي اسيمبليءَ پنهنجي ٺاهيل دستور ۾ چوندن جي متعلق يحيٰ خان وارو ساڳيو اصول برقرار رکيو آهي ۽ قومي اسيمبليءَ ۾ صوبن کي آباديءَ ۽ آدمشماريءَ جي بنياد تي نمائندگي ڏني آهي.

هاڻي باقي رهيل ملڪ جي آباديءَ ۽ آدمشماريءَ جي حالت هيءَ آهي، جو هڪڙي صوبي پنجاب جي آدمشماري باقي ٽن صوبن جي مجموعي آدمشماريءَ ۽ آباديءَ کان وڌيڪ آهي. ان ڪري قومي اسيمبليءَ ۾ سندس سيٽون به ٽنهي صوبن جي مجموعي سيٽن کان وڌيڪ آهن. انهيءَ بنياد تي پاڪستان جي ٽنهي صوبن تي هڪڙي وڏي صوبي پنجاب جي حاڪميت قائم ٿي وئي آهي ۽ ننڍن صوبن جي مفاد وٽان ڪو به قانون، پنجاب جي مرضيءَ ڪانسواءِ پاس ٿي نٿو سگهي. خاص ڪري اهڙي حالت ۾ جو سينيٽ هڪ بي اختيار ادارو آهي ۽ ان ۾ به وفاقي ايريا جي بهاني پنجاب کي به سيٽون وڌيڪ مليل آهن.

وفاقي نظام حڪومت ۾ جڏهن هڪڙي يونٽ جي آبادي
ٻين سيني يونٽن جي مجموعي آبادي کان وڌيڪ هجي،
آباديءَ جي بنياد تي نمائندگي ڏيڻ سا به صوبائي قانون
ساز ادارن جي بي اختياريءَ جي حالت ۾ انتهائي غلط ۽
هاڃيڪار آهي، ڇو ته ان حالت ۾ ٻين يونٽن جي عوام جي
دلين ۾ حڪومت جي ڪاروبار ۽ اقتدار جي باري ۾ عدم
شرڪت جو احساس پيدا ٿيندو ۽ اهڙو احساس محروم
ماڻهن کي لازمي طرح اوير بنگال (بنگلاديش) جي رستي
تي هلڻ لاءِ مجبور ڪندو ۽ پاڪستان جي حڪمرانن کي
تاريخي تجربن مان سبق وٺڻ گهرجي. هي صحيح آهي ته
بنگال جي جدائي کان اڳ ۾ اسان انهيءَ اصول تي اعتراض
نه ڪيو هو، ڇو ته عوامي ليگ جي دستور ۽ منشور ۾
صوبائي حڪومتون ايتري حد تائين خودمختيار هيون، جو
صوبن جي عوام جي دلين ۾ ڪنهن هڪ صوبي جي
بالادستيءَ جو احساس ئي پيدا نه ٿئي ها.

ليڪن موجوده حالتن ۾ اسان پنجاب جي باري ۾ ڪنهن
خوشفهميءَ يا غلطفهميءَ ۾ مبتلا ناهيون. آباديءَ جي بنياد
تي نمائندگيءَ واري اصول جو ئي نتيجو آهي جو هاڻي
پنجابي ليڊرن، پاڻي، بجيٽ جي رقم، نوڪريون، پرمٽون ۽
ڪارخانا آباديءَ جي بنياد تي گهرڻ شروع ڪيا آهن. اسان
جي تجويز هئي قومي اسيمبليءَ ۾ برابريءَ جي بنياد تي
نمائندگي ڏني وڃي. سنيٽ جي ڪا به ضرورت ناهي.
اهڙيءَ ريت سيني وفاقي يونٽن کي اقتدار ۾ ڀاڱي
ڀائيواريءَ جو احساس ڏياريو وڃي. اصولي اصولي طرح
پنجابي سياستدانن کي ان تجويز تي اعتراض نه هئڻ
گهرجي ڇو ته اهي اڳ ۾ بنگالي اڪثريت جي خوف کان

بچڻ لاءِ پاڪستان ۾ اهو سرشتو رائج ڪري چڪا آهن، جنهن جي لاءِ هنن کي ون يونٽ ٺاهڻو پيو هو. اسان جي اها تجويز به ان صورت ۾ ڪارگر ۽ اثرائتي ٿي سگهي ٿي، جڏهن پاڪستان اسيمبلي باقاعدي هڪ باوقار ۽ باضمير اداري جي حيثيت ۾ پنهنجا فرض سرانجام ڏئي، هن وقت تائين پاڪستان جي قومي اسيمبليءَ جي ميمبرن اصول پسند ۽ باضمير انسانن جي ڪردار جو مظاهرو نه ڪيو آهي. هنن کي ڇا ڪرڻ کپندو هو ۽ هنن ڇا ڪيو آهي، ان لاءِ آءٌ به مثال پيش ڪندس:

(1) هندوستان جو آنجهاني وزيراعظم لال بهادر شاستري ڪنهن وقت هندوستاني ڪابينا ۾ ريلوي جو وزير هو. سندس دؤر وزارت ۾ هندوستان جي صوبي يو. پيءَ اندر ريل جو وڏو حادثو ٿيو، جنهن ۾ ڪافي ماڻهو مري ويا. ان حادثي جي ڪري شاستري ريلوي جي وزارت تان اهو چئي استعيفا ڏئي ڇڏي ته: ”ان حادثي جو قصور وار مان آهيان. ان ڪري مون کي وزير رهڻ جي بجاءِ هڪ مُجرم جي حيثيت ۾ عوام جي سامهون پيش ٿيڻ گهرجي.“

اسان جي ملڪ جي عوام اسيمبليءَ جي ميمبرن کي ان نيت سان چونڊيو هو ته اهي پاڪستان جي حفاظت ۽ مضبوطيءَ لاءِ آئين تيار ڪندا، پر انهن ميمبرن جي موجودگيءَ ۾ ملڪ سان وڏو حادثو ٿيو، جنهن ۾ نه صرف ملڪ به ڏار ڏار ٽڪر ٿي ويو، پر لکن جي تعداد ۾ انساي جانيون ضايع ٿي ويون، پر ان جي باوجود اسان جا معزز نمائندا ڪرسين سان ائين چنبڙيا رهيا، جيئن انساني جسم کي جؤر چهٽي پوندي آهي. وڏي ڳالهه ته ان حادثي جا

ذميوار به اهي خود ميمبر هئا.

(2) 1967ع جي عرب- اسرائيل جنگ ۾ عربن کي تباهه ڪن شڪست آئي ۽ ٽن ملڪن مصر، شام ۽ اردن جا ڪافي علائقا اسرائيل جي قبضي هيٺ اچي ويا. انهيءَ شڪست جي نتيجي ۾ مصر جي ان وقت جي صدر مرحوم جمال ناصر صدارت تان استعيفا ڏئي. پاڻ کي عوام جي عدالت ۾ هڪ ڏوهيءَ، قصور وار ۽ مجرم جي حيثيت ۾ پيش ڪيو. جيتوڻيڪ عرب ملڪن جي هر مرد، عورت اِهو نعرو هنيو ته:

’نَحنُ لاَ نُحِبُ المِصرَ ولاَ ڪِن نُحِبُ النَاصِر‘

(اسان کي مصر نه پر ناصر کپي.)

مطلب ته ڪيس استعيفا واپس وٺڻ تي عوام مجبور ڪيو، پر اسان جي نمائندن جي موجودگيءَ ۾ ملڪ کي شرمناڪ شڪست آئي ۽ پاڪستان جي هڪ لک فوج قيد ٿي وئي پر هنن جي صحت تي ڪو به اثر ڪو نه پيو....!

آزاد قومن ۽ ملڪن جون اسيمبليون انسان جي بنيادي حقن کي دستور ۾ مقرر ۽ متعين ڪرڻ سان گڏ انهن جون نگهبان ۽ محافظ هونديون آهن. هنن وٽ انسان جا بنيادي حق ايترائي مقدس ۽ محترم هوندا آهن، جيترا آسماني ڪتاب. آمريڪا جي هڪ سابق صدر جيفرسن چيو آهي ته: ”انسان جي بنيادي حقن ڪانسواءِ ٻي هر شيءِ قابل تبديل آهي ۽ ان ۾ ڦيرڦار ٿي سگهي ٿي.“ آزاد ملڪن جون

اسيمبليون حقيقت ۾ انهيءَ اصول جون پابند هونديون آهن. اهڙين اسيمبلين جا ميمبر جڏهن ڏسندا آهن ته سندن ووٽرن جي حقن سان هٿ چراند ٿي رهي آهي ۽ هو انهيءَ هٿ چراند کي روڪڻ ۾ ناڪام ٿي رهيا آهن، ته هو هدم استعيفا ڏئي هليا ويندا آهن.

پاڪستان جي اسيمبليءَ جو انساني حقن جي باري ۾ جيڪو ڪردار رهيو آهي، ان جي مدنظر آءٌ ان کي ڳُرڙ پڪيءَ سان ڀيٽ ڪري سگهان ٿو. ننڍپڻ ۾ وڏڙن کان آڪاٽين ۾ هڪڙي پڪيءَ جي باري ۾ ٻڌندا هئاسون ته اهو شڪار نه ملڻ جي حالت ۾ اڪيون پوري موٽي اچي پنهنجي ٻچن کي کائيندو آهي. ان پکيءَ جو نالو ڳُرڙ پکي آهي. بلڪل ساڳي حالت پاڪستان جي اسيمبليءَ جي آهي. هن پهرين مارشل لا کي جاري رکڻ تي راضي ٿي ڪري جمهوريت ۽ پارليامينٽ جي پوري تاريخ جي توهين ڪئي. پوءِ هن هڪ دستور ٺاهي ان ۾ اسان جي بنيادي حقن کي شامل ڪيو، پر اڳتي هلي انهن سيني حقن کي جيڪي سندن ئي مقرر ڪيل هئا، تن کي هڙپ ڪرڻ شروع ڪيو ۽ اڄ تائين سمورا بنيادي حق هنگامي حالتن ۽ آئين ۾ ترميمن جي صورت ۾ سندس پيٽ اندر پهچي ويا آهن.

هيءَ ڪيڏي نه ستم ظريفي آهي جو پاڪستان جو عوام پنهنجا نمائندا چونڊڻ واري ڏينهن کان اڄ ڏينهن تائين بنيادي حقن کان محروم آهي. هونئن ته پاڪستاني عوام کي بنيادي حقن کان محروم ٿئي، سترنهن سورهيه ٿيا آهن- يعني پاڪستان جي اوڻتيهن سالن جي تاريخ ۾ هتي

جو عوام سترنهن سال هنگامي حالتن (Emergency) جي لعنت هيٺ لتاڙبو رهيو آهي. خاص ڪري سنڌي عوام ته ٻٽي مصيبت ۾ گرفتار رهيو آهي، مشهور فلاسفر جان ڊيوي، لکيو آهي: ”جنهن جذبي کي آزاديءَ سان محبت جي نالي سان سڏيو ويندو آهي، تنهن جو ٻيو نالو برائين ۽ مشڪلاتن کان ڇوٽڪاري جي خواهش ۽ تمنا آهي.!“

آزادي ملڻ جي باوجود، جيڪڏهن برائين ۽ مشڪلاتن کان عوام جو ڇوٽڪارو نه ٿئي ته پوءِ عوام جي دلين مان آزاديءَ سان محبت جو جذبو ختم ٿي ويندو آهي، ۽ ان جذبي جي ختم ٿيڻ جي صورت ۾ عوام اهڙي نام نهاد آزاديءَ جي حفاظت لاءِ ڪڏهن به تيار ڪو نه ٿيندو.

هاڻي اسان کي ڏسڻو آهي ته سنڌي عوام جي مشڪلات ۾ ڪيتري گهٽتائي ٿي آهي؟ ملڪ جي بجيٽ، فوج تي خرچ ٿيڻ کان پوءِ جيڪا بچي ٿي، سا چند وڏن شهرن جي خوبصورتيءَ ۽ حسن جي نکار لاءِ خرچ ٿئي ٿي. شهر سڀ، خاص ڪري وڏا شهر سڀ غير سنڌين جي قبضي ۾ آهن، سنڌي عوام ٻهراڙين جي ننڍڙن ڳوٺن ۾ رهي ٿو، جتي هر سال سوين عورتون اسپتالن جي سهولت نه هئڻ ڪري ويم وقت مريو وڃن. ساڳي حالت ننڍڙن ٻارن جي آهي، علاج جي پوري بندوبست نه هئڻ ڪري 99 سيڪڙو سنڌي ماڻهو، ٽي.بي، سائي، ٻرهل، نمونيا، نزلي، ڪنگهه ۽ دم جهڙين ٻين هاڃيڪار بيمارين ۾ ورتل آهن. موسمن جي تبديليءَ کان بچاءُ نه هئڻ، صاف پاڻي نه ملڻ، پوري ۽ وقتائتي صحيح کاڌي نه ملڻ ڪري سنڌي عوام هن ويهين صديءَ ۾ به پٿر واري دؤر جي انسان جي ڏيکائي ٿو ڏئي.

سنڌ ۾ 70 سيڪڙو اهڙا خاندان آهن، جن کي پورو پُنو
ڪاڌو نٿو ملي، ۽ نه وري هنن کي سالم ڪپڙو ئي ميسر
آهي. 95 (پنجانوي) سيڪڙو ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون تعليم
جي سهولت کان محروم آهن. ٿر ۽ ڪوهستان جو تقريباً
تيرنهن لک عوام پاڻي، رستي، سواري اسپتال ۽ روشنيءَ
(ويندي گاسليٽ سان ٻرندڙ لالٽين يا (بتيءَ) کان محروم
آهي. انهن علائقن ۾ گرمين جي موسم ۾ ڪيترا ماڻهو
بلائن، نانگن، وڇن ۽ لُنڊين جي ڏنگ وگهي يا ته مريو وڃن
يا وري معذور ٿيو پون، ٿر ۽ ڪوهستان ۽ لاڙ ۾ هزارين
اهڙا ماڻهو هن وقت به موجود آهن، جن اڃا تائين ريل
گاڏي ڪا نه ڏٺي آهي. سنڌ جي 85 سيڪڙو ماڻهن وٽ
رهڻ لاءِ پورو گهر (اجهو) ڪونهي. انتظامي سرشتي جي
بيڪاري ۽ اقتصادي ناهمواريءَ ڪري بيشمار معاشرتي
برائين سان گڏ روزانه قتل ۽ خونريزيءَ جي وارداتن ۾
اضافو ٿيندو پيو وڃي. سنڌ ۾ هر سال تقريباً پنجويهه لک
ٽن اناج پيدا ٿيڻ جي باوجود سنڌيءَ ماڻهوءَ وٽ کاڌي لاءِ
اناج ڪونهي ۽ هو آمريڪي ڪڻڪ لاءِ پناهگير دوڪاندارن
وٽ ڌڪا کائيندو رهي ٿو. سنڌ جي باغيرت ماڻهن جون هر
روز ٿاڻن تي پوليس جا وحشي ڪارندا مڇون ۽ ڏاڙهي
پٽڻ سان گڏ ڪين جانورن وانگر ماريندا رهن ٿا. پوري
سرڪاري مشينري ۽ ملڪ جي پيداواري عوامي خدمت ۽
ڀلائي جي بجاءِ هڪ شخص جي تعمير، ترقي، پائداريءَ
لاءِ استعمال ٿيندي رهي ٿي. جيڪو ماڻهو هڪ دفعو
اقتدار جي ڪرسيءَ تي پهچي ٿو، سو وري عوام جي پر
گهور لهڻ لاءِ تيار نه آهي ۽ نه وري ڪرسي ڇڏڻ لاءِ
آماده!

پاڪستاني حڪمرانن جي ڪرسيءَ سان چنبڙي پوڻ واري عادت ڪان عوام ايڏو ته تنگ اچي چڪو آهي، جو هن ان عادت جي متعلق انتهائي معنيٰ خيز لطيفا ٺاهڻ شروع ڪيا آهن. انهن مان هڪڙو لطيفو هيءُ آهي ته:

”الله سائين، سيني ملڪن جي حاڪمن جي دعوت ڪئي، جڏهن سڀ حڪمران الله سائين وٽ حاضر ٿيا تڏهن الله سائين پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿي هر هڪ سان هٿ ملايو پر پاڪستاني حڪمران سان هٿ ملائڻ وقت ڪرسيءَ تان اٿيو ئي ڪونه، پر ويٺي ويٺي هٿ ملايائين. ملائڪن عرض ڪيو ته اي پروردگار! اوهان اسلامي ملڪ جي هڪ باعزت ۽ مقبول حڪمران کي ويٺي ويٺي هٿ ڇو ڏنو؟ ڏٺي سڳوري فرمايو ته اهو انڪري جو منهنجي اٿڻ سان هيءُ منهنجي ڪرسيءَ تي قبضو ڪري وٺي ها....!!“

هڪ طرف اها حالت آهي ۽ ٻئي طرف سنڌ جي نوجوانن، اديبن، شاعرن ۽ شاگردليڊرن کي خريد ڪرڻ ۽ حڪمران پارٽيءَ ۾ شامل ڪرڻ لاءِ ٽرڪن، ٽريڪٽرن، بسن، سئنيمائن ۽ شراب جي گٽن جون پرمٽون ۽ پلاٽ جيترا هن دؤر ۾ تقسيم ڪيا ويا آهن، اوترا شايد پاڪستان جي پوري تاريخ ۾ تقسيم ڪو نه ٿيا آهن! رشوتخوري، بدعنواني، اسمگلنگ ۽ بلئڪ ميلنگ جي لعنت جو هڪ طويل جلوس آهي، جنهن ۾ مرڪزي وزيرن ڪان وٺي شهر جي ڪنهن فرضي گهٽيءَ جي پارٽي چيئرمئن تائين هر هڪ شريڪ آهي. انهيءَ نموني سان سنڌي عوام جي معاشي، اقتصادي ۽ سياسي تباهيءَ سان گڏ اخلاقي تباهيءَ جو سامان گڏ ڪيو ويو آهي، مون انهن حالتن ۾ اُنهن جي پيدا ڪندڙن

جي خلاف پنهنجي قلم سان جنگ ڪئي آهي، ڇو ته اهڙين حالتن ۾ خاموش رهڻ منهنجي لاءِ ممڪن ئي ڪو نه هو.

جڏهن ته سنڌي ماڻهوءَ جي اک مان ڪرندڙ هر ڳوڙهو منهنجي ڏيل لاءِ ڏنپ آهي، سنڌي ماڻهوءَ جي اندر مان اُٿندڙ هر آهه منهنجي دل لاءِ ٻرڇي آهي ۽ سنڌي ماڻهوءَ جي وجود تي ٽيندڙ هر ظلم منهنجي ذهن لاءِ ڪٺاريءَ جو وار آهي. مون پنهنجي ذهن، ضمير ۽ دل جي آواز تي لبيڪ چئي، انهن حالتن کي تبديل ڪرڻ لاءِ سنڌي عوام کي اپيل ڪئي آهي ۽ آءٌ سمجهان ٿو ته هر محب سنڌ، ماڻهوءَ جو فرض آهي ته اهو حالتن جي تبديليءَ لاءِ جدوجهد ڪري. برطانوي مفڪر رَسَل چيو آهي ته: ”هر سچو اديب هميشه جنگ جي حالت ۾ رهندو آهي.“ ان ڪري مون به ظلم ۽ ناانصافيءَ جي خلاف اڄ ڏينهن تائين پنهنجي قلم ذريعي جنگ پئي ڪئي آهي ۽ آئنده لاءِ ڪندو رهندس. ڇو ته هڪ ڏينهن جي خاموشيءَ ۽ مصلحت پسندي مون کي سچ جي مُناري کان لاهي ڪوڙ جي دوزخ ۾ ڪيرائي ڇڏيندي ۽ آءٌ ڪوڙ جي دوزخ ۾ ڪرڻ لاءِ تيار ناهيان.

جيڪڏهن پنهنجي عوام سان محبت ڪرڻ جرم آهي، جيڪڏهن ڪين شعور ۽ سجاڳي عطا ڪرڻ جرم آهي، جيڪڏهن ظلم ۽ ناانصافيءَ جي خلاف آواز بلند ڪرڻ جرم آهي، جيڪڏهن ڪوڙ جي آڙاهه مان نڪري سچ جي روشنيءَ جو راهي بنجڻ جرم آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن جي اک جو ڳوڙهو اگهڻ جرم آهي، ته پوءِ آءٌ اقرار ٿو ڪريان ته آءٌ مجرم آهيان، مون اِهو جرم ڪيو آهي ۽ ڪندو رهندس. اهڙي جرم ڪرڻ جي مون کي سُقراط کان

برناردشا تائين دنيا جي هر سچي اديب هدايت ڪئي آهي، انهيءَ جرم ڪرڻ جو ڏس ۾ تلقين مون کي مخدوم بلاول جي ڳهاٽي ۾ ڪڙڪات ڪندڙ هڏين ڪئي آهي ۽ آءٌ انهيءَ جرم کان صرف اُن ڪري باز رهان جو ڪن حاڪمن جي پيشانين ۾ گهنج پئجي ٿا يا ڊي. پي. آر جا قلم 42-49 حرڪت ۾ اچن ٿا. اها ڳالهه اڻ ٽيٽي آهي! حق ۽ سچ جي سات ڏيڻ کان روڪڻ وارا، هڪ طرف ڳهاٽي ۾ پيڙجڻ جي سزا ڏيڻ ۽ ٻئي طرف قلم طرف قلم 42-49 ڊي. پي. آر جي. آءٌ اڳي عرض ڪري آيو آهيان ته 1965ع جي پاڪ ڀارت جنگ وقت سلامتي ڪائونسل ۾ جناب ڀٽي صاحب، جي هڪ شاندار تقرير ڪيس عالمي ۽ شهرت ڏني ۽ ان جي ذريعي پوري پاڪستان جي عوام جي ذهنن تي اهو تاثر ويهاريو ويو ته خارجه پاليسيءَ جي ميدان ۾ ڀٽي صاحب جهڙو ماهر پوري دنيا اندر موجود ناهي. اسان جي سنڌ جي سادي ۽ سٻاجهي عوام تي ڀٽي صاحب جي باري ۾ انهيءَ تاثر جادوءَ جو اثر ڪيو ۽ هو پنهنجي محڪومي، مظلومي ۽ صدين جي سورن ۽ ڏولائي جي ڏينهن جو علاج صرف ڀٽي صاحب جي ذات ۽ شخصيت ۾ ڳولڻ لڳو.

پاڪستان جي پوري تاريخ ۾ ان جي خارجه پاليسيءَ محڪوميءَ واري رهي هئي. پهرين ڪامنويلت جي واسطي سان برطانيه جي حڪم هيٺ ۽ اڳتي هلي جڏهن برطانوي شهنشاهيت جي اثر گهٽجڻ ڪري ان جي جاءِ آمريڪي ڊالر والاري ته پاڪستان جي خارجه پاليسي آمريڪا جي حڪم هيٺ هلڻ لڳي. ڀٽي صاحب جي نروار ٿيڻ سان عوام ۾ نيون اميدون ۽ جوش پيدا ٿيو ته هيءُ ئي شخص آهي جيڪو عالمي برادريءَ ۾ پاڪستان جي

پرڏيهي پاليسيءَ کي باوقار مقام ۾ مرتبو ڏياري سگهي ٿو، پر پيپلزپارٽيءَ جي اوسر کان وٺي هن وقت تائين جي تجربن ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته پاڪستان جي پرڏيهي پاليسيءَ ۾ کهڙيون ۽ ڪيتريون تبديليون ڇو نه آيون هجن، مگر هر تبديليءَ ۾ محڪومي ۽ زيردستيءَ وارو عنصر ضرور شامل رهيو آهي ۽ پٽي صاحب ميدان خطابت جو ڪيترو ئي شهسوار ڇو نه هجي، مگر پرڏيهي پاليسيءَ جي ميدان ۾ هو ايترو ۽ ايڏو شهسوار ناهي، جيترو ڪيس مشهور ڪيو ويو آهي. سڀ کان پهرين موجوده حڪمران پارٽي پرڏيهي معاملن ۾ پنهنجي ڪمزوري ۽ محڪوم مرعوب ذهنيت جو مظاهرو بنگلاديش کي دنيا طرفان تسليم ڪرڻ واري موقعي تي ڪيو. دنيا ۾ شايد ڀارت پهريون ملڪ هو، جنهن بنگلاديش جي جنگ- آزادي هلندي ان کي تسليم ڪيو. نتيجي ۾ ان وقت جي فوجي حڪمران جنرل يحيٰ ڀارت سان سفارتي ناتا ختم ڪري ڇڏيا. هن موقعي تي آءٌ اها رام ڪهاڻي دهرائيندس ته روس ۽ ڀارت جي وچ ۾ سن 1971ع واري معاهدي ۽ آخر ۾ پاڪستان جي اوڀر واري حصي ۾ ڀارتي مداخلت جي سلسلي ۾ پاڪستاني حڪمرانن ۽ پيپلزپارٽيءَ جي قيادت جون عالمي صورت حال کي سمجهڻ جي باري ۾ کهڙيون غلطيون هيون. 7 ڊسمبر 1970ع جي عام چونڊن ۾ اوڀر بنگال اندر اتي جي قومپرست جماعت عوامي ليگ، قومي اسيمبليءَ جي ٻن سيٽن کان سواءِ سمورين سيٽن تي قبضو ڪري ورتو، پنجاب ۾ پ پ واضح ۽ سنڌ ۾ معمولي اڪثريت حاصل ڪري سگهي. بلوچستان ۽ سرحد ۾ نعپ ۽ جميعت العلماءِ اسلام مجموعي طرح گهٽائيءَ ۾ چونڊجي ويون. هن وقت صورتحال اهڙي درجي تي وڃي بيٺي هئي

جو ملڪ جي قومي پارليامينٽ ۾ ٽن صوبن جي نمائندگي ڪندڙ پارٽيون، عوامي ليگ، نعپ ۽ جميعت العلماءِ اسلام پاڙيسري ملڪن سان دوستي رکڻ جون خامي هيون ۽ سامراجي ملڪن سان ڪيل فوجي معاهدن کي ختم ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪنديون آيون هيون. صرف پيپلزپارٽي هڪ اهڙي جماعت هئي، جيڪا ڀارت دشمنيءَ ۾ جماعت اسلامي، مسلم ليگ، پي. ڊي. پي ۽ ڇاپي ڇاپ مولوين سان ٻِٽَ هئي. هتي هيءَ ڳالهه ظاهر هئي ته پاڙيسري ملڪن جون همدرديون اهڙين جماعتن کي اقتدار ۾ ڏسڻ سان هيون، جن جي پاليسي ۽ پروگرام کي ڏسندي، انهن ملڪن کي يقين ويٺل هو ته اُهي پارٽيون اقتدار ۾ اچي ننڍي کنڊ ۾ محاذ آرائيءَ جي پاليسين بجاءِ امن، ڀائيچاري، دوستي ۽ بقائي باهميءَ جي اصول ۽ رستي تي هلنديون.

ملڪ جي صورتحال اهڙي درجي ۽ دؤر ۾ داخل ٿي چڪي هئي، جنهن جي تقاضا هئي ته هر مسئلي ۽ معاملي تي سنجيدگيءَ دورانديشيءَ ۽ بردباريءَ کان ڪم ورتو وڃي. ليڪن پيپلزپارٽي اهڙي حالت ۾ ٻه قدم کنيا، جن اڳتي هلي ثابت ڪيو ته پ پ جي انهن قدمن ۾ سنجيدگي ٿِر جيتري ٻه ڪانه هئي. انهن غير سياسي قدمن دنيا جي سياست سان گڏ هن ننڍي کنڊ جي نقشي ۾ اهم تبديليون آنديون.

پهريون واقعو ڀارتي جهاز گنگا جي اغوا وارو آهي، جهاز اغوا ڪندڙ ڪشميري نوجوانن اشرف ۽ هاشم کي پيپلزپاٽي جي چيئرمئن هار پارايا ۽ انهن جو استقبال ڪيو. پاڪستان جي هڪ مدبر سياستدان ۽ ڪشميري

عوام جي پرجوش حامي جناب ڀٽي طرفان ايڏي عزت افزائيءَ مان ڦوندجي، ٻنهي نوجوانن جهاز ساڙي ڇڏيو. انهيءَ واقعي جو ڀارت طرفان شديد ردعمل ظاهر ٿيو ۽ هن پنهنجي علائقي تان پاڪستاني جهاز جي پرواز بند ڪري ڇڏي ۽ ان وقت جي اوڀر پاڪستان، اولهه پاڪستان کان پوريءَ ريت ڪٽجي بنگلاديش جو آخرڪار وجي روپ ورتو....! ان وقت شيخ مجيب الرحمان اخباري بيان ۾ انهي واقعي کي هڪ سازش قرار ڏنو هو ۽ اڳتي هلي اهو ثابت ٿيو ته اها هڪ سازش هئي ۽ جهاز اغوا ڪندڙ ٻئي نوجوان گهڻو ڪري اڄا تائين لاهور واري قلعي ۾ قيد آهن. ٻنهي پاڪستاني حصن ۾ رابطي ۽ رستي ٽٽڻ کان پوءِ پيپلزپارٽيءَ هڪ ٻيو قدم کنيو، جيڪو پهرين قدم کان وڌيڪ هاڃيڪار ثابت ٿيو. پاڪستان جي ان وقت جي سربراهه آغا يحيٰ خان 3 مارچ 1971ع ۾ قومي اسيمبليءَ جو اجلاس اوڀر پاڪستان جي گادي واري شهر ڍاڪا ۾ سڏايو، ڇو ته بنگالين کي شڪايت هئي ته ملڪ جي اڪثريتي حصي اوڀر پاڪستان کي نظرانداز ڪري مرڪزي حڪومت جي گاديءَ جو هنڌ اولهه پاڪستان ۾ مقرر ڪرڻ سان سموريون مرڪزي آفيسون اولهه پاڪستان ۾ اچي ويون آهن، قومي اسيمبليءَ جا به اڪثر اجلاس اولهه پاڪستان ۾ ٿيندا رهيا آهن، ان ڪري ملڪ جي دولت جو اڪثر حصو اولهه پاڪستان ۾ خرچ ٿيندو رهيو آهي. اهو احساس بنگالين ۾ ايتري ته حد تائين وڌي ويو جو هڪ بنگالي شاعر اسلام آباد ۾ گهمندي چيو هو ته: ”اسلام آباد جي رستن جي ڏامر مان مون کي بنگال جي سڻيءَ جي خوشبوءِ ٿي اچي.“ انهن بنيادن تي بنگالين جو مطالبو هو ته آئين ساز اسيمبليءَ جو اجلاس ڍاڪا ۾

گهرايو وڃي. تنهن ڪري يحييٰ خان اهو مطالبو مڃيندي پاڪستان جي آئين ساز اسيمبليءَ جو اجلاس ڍاڪا ۾ 23 مارچ 1971ع ۾ سڏايو.

- پاڪستان پيپلزپارٽيءَ جي رهنما انهيءَ تاريخ تي نه صرف اجلاس ۾ شريڪ ٿيڻ ڪان انڪار ڪيو پر خيبر ڪان وٺي ڪراچيءَ تائين مڪمل هڙتال جي ڌمڪي سان گڏ عورتن جي چونڊ جي بائڪاٽ جي ڌمڪي پڻ ڏني، ۽ اهو پڻ دڙڪو ڏنائين ته: ”جيڪو ميمبر انهيءَ اجلاس ۾ شريڪ ٿيندو، تنهن جون ٽنگون ڀڃي ڇڏيندس-“ ۽ اجلاس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ويندڙ ميمبر صرف هڪ طرف جي ٽڪيٽ وٺي وڃي، واپس اچڻ جي ڪوشش نه ڪري....!

نتيجو اهو نڪتو جو يحييٰ خان، ڀٽي صاحب جي مؤقف کي تسليم ڪندي، اسيمبليءَ جو اجلاس اڻ ڄاڻايل مدي تائين محمل ڪري ڇڏيو.يحييٰ خان طرفان اهڙي قدم کڻڻ تي بنگالي عوام جو مچرجڻ فطري ۽ ضروري هو. بنگالي عوام جي ڪاوڙ کي محبت ۽ صلح جوئيءَ جي ذريعي ختم ڪرڻ بجاءِ طاقت جي آذار تي کين خاموش ڪرائڻ جي پاليسي اختيار ڪئي وئي. جنهن جي جواب ۾ بنگالي عوام جو تاريخي جوش پنهنجي انتها کي پهچي ويو. ان جوش کي ويتر وڌائڻ ۽ عوام کي انتشار پسنديءَ جي رستي تي ڇڙواڳ ڇڏڻ خاطر بنگالين جي ليڊر شيخ مجيب الرحمان کي گرفتار ڪيو ويو. هاڻي حالت هيءَ هئي جو اوڀر پاڪستان، اولهه پاڪستان ڪان مڪمل طرح ڪٽيل رهيو.

بنگالي عوام اولهه پاڪستان جي سياستدان ۽ حڪمرانن کان مڪمل باغي ٿي چڪو هو. بنگالي عوام کي ڪنٽرول ۾ رکڻ واري واحد طاقت شيخ مجيب الرحمان کي گرفتار ڪيو ويو هو. پاڪستان جي فوجي ڪارروائي جي خلاف ۽ بنگالي عوام جي حمايت لاءِ ڀارتي حڪومت آل انڊيا ريڊيو جا سڀ چيئنل چالو ڪري ڇڏيا هئا.

هتي ٿورو ترسي اسان کي مٿين واقعن جو تجزيو ڪرڻ گهرجي ۽ ان تجزيي جي روشنيءَ ۾ پاڪستان پيپلزپارٽي ۾ ليڊرشپ جي بالغ نظري ۽ سياسي دوربينيءَ کي پرکڻ گهرجي ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته جهاز جي اغوا واري واقعي جو تعلق اسيمبليءَ جي اجلاس جي بائيڪاٽ ۽ ان مان نڪرندڙ نتيجن سان سڌيءَ طرح لاڳاپيل آهي. جهاز واري واقعي جي ذريعي اوير پاڪستان کي اولهه پاڪستان کان ڪٽرائي، ڀارت جي رحم ڪرم تي ڇڏيو ويو. بائيڪاٽ واري واقعي جي وسيلي بنگالين کي احتجاج جي رستي وٺڻ جو موقعو ڏنو ويو ۽ جڏهن بنگالين احتجاج جو رستو اختيار ڪيو. تڏهن مٿن تشدد ڪري هندوستان کي بنگالين جي مظلومي ۽ پاڪستاني فوج جي ظلمن جي باري ۾ عالمي راءِ کي متاثر ڪرڻ لاءِ پروپئگنڊا جو وجهه ڏنو ويو. ڀارت جي پروپئگنڊا ۽ بنگالين جو تاريخي جوش انتها کي پهتو ته ان وقت شيخ مجيب الرحمان کي گرفتار ڪري ڀارت جي مداخلت جو ڀرپور موقعو ڏنو ويو. اهڙيءَ ريت 1947ع واري پاڪستان کي 1971ع ۾ ختم ڪيو ويو.

واقعن کي انهيءَ ترتيب ڏيڻ سان هڪ باشعور، غير جانبدار ماڻهو به ائين سوچڻ لاءِ لاچار ۽ مجبور ٿيندو ته پاڪستان کي ختم ڪرڻ جي باقائدي هڪ منظم سازش تيار ڪئي وئي هئي. جنهن ۾ ٻين ڪانسواءِ پاڪستان پيپلزپارٽي به پوريءَ ريت شريڪ رهي آهي. ان جو ثبوت ۾ دليل جو بنياد هي سوال آهن:

(1) يحييٰ خان، اڪثريتي پارٽيءَ جي ليبدر جي مقابلي ۾ اقليتي پارٽيءَ جي ليبدر جي مطالبي کي ڪهڙي بنياد تي منظور ڪري نفرت جي باهه ڀڙڪائي.؟

(2) پيپلزپارٽيءَ اجلاس ۾ شريڪ ٿيڻ کان ڇو انڪار ڪيو؟

(3) بنگال ۾ فوجي ڪارروائيءَ جي مخالفت ڪرڻ بجاءِ پيپلزپارٽيءَ جي ذهين ليبدر ان جي حمايت ڪري ڪهڙي آڌار تي چيو هو ته: ”خدا جو شڪر آهي جو ملڪ بچي ويو؟“

اهي اهڙا سوال آهن، جن جو جواب ايندڙ وقت ئي ڏئي سگهجي ٿو.! آءٌ پيپلزپارٽيءَ جي ليبدر جي ايمانداري ۽ ديانتداريءَ تي اعتماد ڪندي ائين نٿو چئي سگهان ته هو صاحب، ملڪ کي ختم ڪرڻ واري مڪروهه سازش ۾ شريڪ هو. البت ايترو ضرور چوندس ته هيءُ (عظيم ليبدر) حالتن جي صحيح تجزئي ڪرڻ ۾ غلط فهميءَ جو شڪار ٿي ويو. اهو آءٌ ان ڪري چئي رهيو آهيان، جو مون وٽ ڪالهه جي غداريءَ کان ڪالهه جي غلط فهمي يا اڻ

ڄاڻائي بهرحال بهتر آهي- ۽ اسان پنهنجي مخالف کي ايتري رعايت ضرور ڏئي سگهون ٿا ۽ ايتري ئي رعايت جي پنهنجي لاءِ توقع رکون ٿا. بهرحال هو انهي غلط فهميءَ جو شڪار ٿي ويو ته پاڪستاني فوج ست ڪروڙ بنگالي عوام جي جذبن تي ڪنٽرول ڪري وٺندي. ٻيو ته ڀارت، چين جي خوف کان بنگال ۾ سڌي مداخلت ڪرڻ جي جرئت نه ڪري سگهندو ڇو ته 1965ع واري جنگ ۾ هندوستان، چيني التيميٽم جي ڪري اوڀر واري سرحد تي جنگ کا نه ڇيڙي هئي. ساڳي صورتحال هن وقت به پيش ايندي. جيئن ته پاڪستاني فوج، هڪدم ڪنٽرول ڪري وٺندي، ان ڪري ٻڌي عرصي تائين ڀارت ي پروپئگنڊا جو موقعو نه ملي سگهندو...!

جيتريقدر مون سوچيو آهي ته ان جي بنياد تي اهڙي تجزيي ڪرڻ ۾ هي محب پاڪستان ليڊر شديد غلط فهميءَ جو شڪار ٿي ويو هو. ڇاڪاڻ ته 7 ڪروڙ عوام تي ڪنٽرول ڪرڻ ڪا معمولي ڳالهه ڪا نه هئي. خاص ڪري گوريلا جنگ ۾ صرف 25 ماڻهن جو هڪ معمولي دستو به جاگرافيائي حالتن جي سازگاريءَ ۾ ڀارنهن مهينا هڪ منظم فوج سان ڇڪريون کائي سگهي ٿو ۽ موجودهه دور جي آزادي جي تحريڪن ۾ اهڙين ڇڪرين جا ڪيئي مثال موجود آهن. 1965ع واري جنگ ۾ ڀارت، اوڀر پاڪستان تي حملو ڇو نه ڪيو؟ ان ۾ چين جي التيميٽم جي خوف جي ڪا به ڳالهه ڪا نه هئي بلڪه اها خود ڀارت جي هڪڙي جنگي حڪمت عملي هئي، جنهن ۾ هن ڪيترائي فائدا ڏٺا ٿي.

(1) جنرل چوڌري جو پلان هو ته ڪشمير کان ننگرپارڪر تائين جنگ جو ٻگهو محاذ کولي، پاڪستان جي ننڍي فوج کي منتشر ڪيو وڃي. اهڙو مظاهرو هن ڪري ڏيکاريو اوير پاڪستان تي حملي ڪرڻ واري صورت ۾ ڀارت جي فوج ٻن حصن ۾ تقسيم ٿي وڃي ها ۽ هو ايڏو ٻگهو محاذ کولي نه سگهي ها.

(2) مشهور جرمن جرنيل روميلجو چوڻ آهي ته ننڍي ملڪ کي هميشه دفاعي جنگ وڙهڻ تي مجبور ڪيو وڃي. حملي ڪرڻ جو ڪو به موقعو ننڍي ملڪ کي مليو ته اهو هن جي فائدي ۾ ويندو. ٻين لفظن ۾ ننڍي ملڪ لاءِ جنرل روميل جي خيال ۾ حملي واري جنگ مفيد ۽ دفائي جنگ نقصانڪار آهي. ڀارتي ماهرن جي نظر ۾ اوير پاڪستان جي سرحد تي جنگ ۾ ڀارتي فوج کي مصروف رکڻ سان اولهه واري تي پاڪستان جي پوزيشن حملي واري جنگ ۾ تبديل ٿي ويندي ۽ هندوستاني فوج ننڍي ملڪ جي بهترين فوج جي حملي کي روڪڻ ۾ ناڪام ويندي. اهڙي صورتحال ۾ نه صرف هن کي ڪشمير کان هٿ ڌوئڻا پون ها، پر ڪيترو اوير پنجاب به سندس هٿ مان نڪري وڃي ها.

(3) ڀارت، اوير پاڪستان تي حملو نه ڪري عوام جون همدرديون حاصل ڪرڻ ٿي چاهيون. ان ۾ هو ڪافي حد تائين ڪامياب ويو. انهيءَ سبب ڪانسواءِ چيني حڪومت ان وقت اهڙي حالتن ۾ گرفتار ٿي چڪي هئي جو هو پاڪستان جي ڪا به مدد ڪري نٿي سگهي. پهرين ڳالهه هيءَ ته قومي آزادي جي تحريڪن جي مدد ۽ حمايت لينن

ازم جي پهرين ڪڙي آهي. 1965ع واري جنگ ۾ جيڪڏهن چيني حڪومت پاڪستان جي مدد ڪئي هئي، سا به انهيءَ بنياد تي ته هو، ڪشميرين جي قومي آزاديءَ لاءِ وڙهي رهيو هو. 1971ع ۾ اصولي طرح هن کي بنگال جي جدوجهد جي حمايت ڪرڻي هئي، جيڪا هو ڪري نه سگهيو ۽ هن کي لاچار خاموش ويهڻو پيو، جنهن ڳالهه تي هن عمل ڪري ڏيکاريو. اگرچه چيني ليڊر شپ بنگلاديش جي تحريڪ وقت يحيٰي خان کي هڪ خط لکي هر طرح جي مدد جو واعدو ڪيو هو، پر اهو واعدو هو عملي طرح مؤثر نموني پورو ڪري نه سگهيا. ان جا ٻه وڏا سبب هئا. پهريون چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ اثرائتي انداز ۾ اهڙا ماڻهو موجود هئا جيڪي روسي پاليسيءَ جا حامي ۽ ليوشائوچي جا پوئلڳ هئا، سي بنگلاديش جي تحريڪ آزاديءَ جا دل و جان سان حامي هئا. جيتوڻيڪ هو اهڙي پوزيشن ۾ نه هئا، جو مائوزيننگ ۽ چواين لاءِ جهڙن فولادي شخصيتن جي مقابلي ۾ ملڪ جي پرڏيهي پاليسيءَ کي بدلائي سگهن. تاهم انهن جي اهڙي حيثيت ضرور هئي جو چين جي بنگلاديش جي تحريڪ آزاديءَ خلاف جنگ ۾ پاڪستان جي حمايت ۾ سڌي مداخلت واري صورت ۾ ملڪ اندر گڙٻڙ پيدا ڪري سگهن.

چين طرفان پاڪستان جي تائيد ۾ يارت جي خلاف جنگ جي ڌمڪي نه ڏيڻ جو هڪ ٻيو وڏو سبب آهي، جنهن جا ذميوار پاڪستاني حڪمران ۽ سياستدان آهن. ٿيو هيئن جو 1971ع ۾ پاڪستان جي معرفت آمريڪي يهودي پرڏيهي وزير ڊاڪٽر هينري ڪسينجر، چين جو دورو ڪيو. انهيءَ دوري جو مقصد آمريڪي چيني لاڳاپن کي

سڏارڻ سان گڏ ايشيائي اجتماعي سلامتيءَ جي روسي منصوبي کي ختم ڪرڻ ۽ ان جي راهه ۾ رڪاوٽ پيدا ڪرڻ هو. هن وقت آءٌ ان منصوبي جي تفصيلات ۾ وڃڻ نٿو چاهيان. البت ايترو چوندس ته ان منصوبي مان روسي ليڊرن جو وڏو مقصد هو، ايشيا مان آمريڪا ۽ ٻين سرمائيندارن جو اثر رسوخ ختم ڪرڻ. روس جي چوڻ مطابق انهيءَ منصوبي تي عملدرآمد سبب ايشيا ۾ دائمي امن ٿيڻ جي ضمانت ملي ويندي. ۽ هن ننڍي کنڊ (برصغير) ۾ تڪرار نبيرڻ جو ذريعو بندوق جي بجاءِ ميز ٿيندي، ۽ جنگ جي صورت م جَارح ۽ حملي آور ملڪ کي ايشيائي ملڪن جي اخلاقي، سياسي ۽ مادي مدد کان محروم ٿيڻو پوندو. ايشيا جا سڀ ملڪ هڪ اهڙي معاهدي ۾ شريڪ ٿي ويندا، جهڙيءَ ريت اوڀر يورپ جا ڪميونسٽ ملڪ وارسا- پيڪٽ ۾ شريڪ ٿيل آهن. روس خود به اجتماعي سلامتيءَ واري منصوبي ۾ شريڪ هوندو. جيتوڻيڪ ان جو دارالحڪومت يورپ ۾ آهي. اهڙي معاهدي ۽ منصوبي جي موجودگيءَ ۾ ڪو به ملڪ ٻئي ملڪ جي اندروني سلامتيءَ جي خلاف قدم کڻي نه سگهندو.

انهيءَ منصوبي مان ٽي ڌريون ناراض هيون ۽ آهن:

سرمائيدار ملڪ (Capitalist countries) جن کي فڪر آهي ته اهڙي منصوبي جي موجودگيءَ ۾ ايشيا ۾ سندن هٿيارن جي منڊي بند ٿي ويندي.

چين، جنهن جو چوڻ آهي ته اهو منصوبو چين کي گهيري

۾ وڌڻ لاءِ هڪ چال آهي، جيتوڻيڪ روسي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي (ان وقت) جنرل سيڪريٽري جناب برزنيف چين کي به ان منصوبي ۾ شريڪ ٿيڻ جي دعوت ڏني آهي، پر چين، جيئن ته ايشيا جي امامت جا فرائض سنڀالڻ جا خواب ڏسي رهيو آهي، سو اهڙي منصوبي ۾ شريڪ ٿيڻ يا ان جي حمايت ڪرڻ لاءِ تيار ناهي، جنهن جي اڳواٽي يا پيشڪش روس ڪري.

ايشيا جي ڌار ڌار ملڪن ۾ هلندڙ آزادي ۽ سوشلزم جي تحريڪن جا رهنما، جن کي خوف آهي ته اهڙي منصوبي جي موجودگيءَ ۾ ڪو به پاڙيسري ترقي پسند سنڌن مدد نه ڪندو ۽ اڄ جي دؤر ۾ آزادي يا سوشلزم جي تحريڪ پاڙيسري ملڪن جي سياسي، اخلاقي ۽ مادي مدد کانسواءِ ڪامياب ٿي نٿي سگهي. منهنجي خيال ۾ اهڙن ماڻهن جي ٻپ جو ڪو به جواز ڪونهي. ڇو ته اڄ تائين روس جي بقاءِ باهميءَ واري اصول دنيا ۾ ڪٿي به ترقي پسند تحريڪن کي بي يارو مددگا نه ڇڏيو آهي ۽ نه آئينده ڇڏڻ جو انديشو آهي.

بهرحال آمريڪا ۽ چين پاڻ ۾ ناهه ڪري پنهنجي پنهنجي مفاد خاطر سنڌن زير اثر ايشيائي مُلڪن، مثال طور: ملائيشيا، انڊونيشيا، ايران، پاڪستان، سعودي عريبيا، وغيره کي ان منصوبي جي خلاف استعمال ڪرڻ ٿي گهريو.

ڊاڪٽر ڪسينجر، جي روانگيءَ جي عام پاڪستانين مان ڪنهن کي به خبر ڪا نه هئي، البت چين ۾ پهچڻ کان پوءِ

بي. بي. سي جي ذريعي پوري دنيا سان گڏ عام پاڪستانين کي به خبر پئي ته ڊاڪٽر ڪسينجر ڏکڻ ايشيا جي هڪ ملڪ (پاڪستان) جي معرفت چين پهتو آهي. انهيءَ واقعي روس لاءِ موقعو موجود ڪري ڏنو ته هو پاڪستان کي انهيءَ حرڪت جو مزو چکائي، تنهن ڪري هن هڪدم ڀارت سان (امن جو) معاهدو ڪري ڀارت کي بنگلاديش جي آزاديءَ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو.

روس جي ڪاوڙ جو هڪڙو سبب ٻيو به هو، اُهو هيءُ ته جڏهن بنگال ۾ فجي ڪارروائي شروع ٿي هئي، ان وقت روس جي صدر، جنرل يحييٰ کي هڪ خط لکيو جنهن ۾ فوجي ڪارروائي بند ڪري، اقتدار عوامي نمائندن جي حوالي ڪرڻ جي صلاح ڏنل هئي. جنرل يحييٰ خان، روسي صدر کي جيڪو جواب ڏنو تنهن جو نتيجو بهرحال سفارتي آداب جي خلاف هو.

ڀارت سان معاهدي ڪرڻ شرط روس پنهنجي فوج جو وڏو حصو چيني سرحد تي جمع ڪري ڇڏيو ته جيئن چين ڀارت خلاف ڪو به قدم کڻي نه سگهي. انهيءَ معاهدي سان گڏ روس- ڀارت جي وچ ۾ بنگلاديش جي مڪمل آزاديءَ لاءِ هڪ ٻيو منصوبو به تيار ٿيو، جنهن مطابق بنگلاديش جي مڪمل آزاديءَ لاءِ ڀارت کي هڪ مهيني جي موڪل ڏني ۽ يقين ڏياريو ته هڪ مهيني تائين سلامتي ڪائونسل ۾ غير مشروط جنگ بنديءَ جي ڪا به قرارداد منظور ٿيڻ نه ڏني ويندي. اِهو ئي سبب آهي جو غير مشروط جنگ بنديءَ جي هر قرارداد کي روس ويٽو ڪندو رهيو ۽ هڪ مهيني بجاءِ تيرنهن ڏينهن اندر ڀارتي

فوجون، مسجدن جي شهر ڍاڪا ۾ داخل ٿي ويون ۽ جنرل نيازيءَ هٿيار ڦٽا ڪيا. اِها سورهين ڊسمبر هئي، اُن ڪان هڪڙو ڏينهن اڳ ۾ پاڪستان کي متحد رکڻ لاءِ اوير يورپ جي هڪڙي ننڍڙي ڪميونسٽ ملڪ پولينڊ آخري ڪوشش طور سلامتي ڪائونسل ۾ غير مشروط جنگ بنديءَ جي قرارداد پيش ڪئي، جنهن کي هن (فخر... ايشيا) (جيڪو جنگ شروع ٿيڻ شرط يحييٰ جي ڪابينا ۾ نائب وزير اعظم ۽ پرڏيهي وزير بنجي، سلامتي ڪائونسل ۾ پاڪستان جي نمائيندگيءَ لاءِ پهچي چڪو هو.) ڪاوڙ مان ڦاڙي پاڪستان جي نقشي کي به اڌ ڪري ڇڏيو ۽ هندوستاني پرڏيهي وزير سردار سورن سنگهه، کي گاريون ڏئي اجلاس مان هليو ويو. اُنهن گارين جي جواب ۾ سورن سنگهه، صرف ايترو چيو ته: ”ڀٽو صاحب، شايد پاڪستان جي قومي زبان استعمال ڪري رهيو آهي، تنهن ڪري ان لاءِ مون کي افسوس ڪونهي.“

انهيءَ پوري عرصي ۾ پيپلزپارٽيءَ جي چيئرمئن يحييٰ خان جي پرڏيهي پاليسيءَ جي ڪا به مخالفت ڪا نه ڪئي. هن روسي صدر کي ڏنل جواب تي ڪو به اعتراض ڪو نه ڪيو. هن ڊاڪٽر ڪسينجر، جي دؤري لاءِ پاڪستاني حڪومت جي اِنتظام تي ڪو به تبصرو نه ڪيو. هن رباط ڪانفرنس مان يحييٰ جي واڪ آئوٽ تي ڪو به تبصرو نه ڪيو. هن پارٽي پروپئگنڊا کي منهن ڏيڻ جي باري ۾ يحييٰ جي سرد مهريءَ تي ناراضگيءَ جو اظهار ڪو نه ڪيو. هن روس- ڀارت معاهدي جو پاڪستان لاءِ نعم البدل تلاش نه ڪرڻ تي يحيي خان، جي ڪا به ملامت ڪا نه ڪئي. اُن مان معلوم ائين ٿو ٿئي ته ه يحيي

خان جي پرڏيهي پاليسيءَ مان مطمئن هو ۽ آخر ۾ هن پوليندب جي قرارداد کي ڦاڙي پنهنجي سموري همه دانيءَ جو پردو چاڪ ڪري ڇڏيو. انهن قرارداد ڦاڙڻ مان پاڪستان جي سلامتي کي ڪهڙي هٿي ملي ٿي. آءٌ اڄ ڏينهن تائي اِنهي راز کي سمجهي ڪو نه سگهيو آهيان. مون کي پڪ آهي ته اسان جو فخر- ايشيا به اِن نتيجي کان بي خبر هو.

انهيءَ پوري عرصي ۾ پاڪستان جا ٻه گهرا دوست آمريڪا ۽ چين جن کي ملائڻ خاطر پاڪتان جهڙي جيتامڙي ملڪ تي هيڏي مصيبت ڪڙڪي هئي، سي به پاڪستان جي ڪا به مدد ڪري نه سگهيا، ۽ پاڪستان يتيم ٻار وانگر مار کائيندو رهيو.

رت اڏيءَ تان اُڏيو............ ڏسندي رهي.

ڀٽي صاحب پنهنجي پرڏيهي پاليسيءَ ۾ چين سان دوستي واري ڪارنامي کي يادگار بنائي پيش ڪيو آهي. سوال آهي ته اُهو ڪهڙي مدد ڪري سگهيو ۽ هن پاڪستان کي بچائڻ خاطر ڪهڙو مؤثر ڪردار ادا ڪيو؟

جيڪڏهن اُن جي باري ۾ چيو وڃي ته هن فوجي آمرن جي ڪري مدد نه ڪئي ته پوءِ پڇي سگهي ٿو ته 1965ع ۾ ايوب خان به ته فوجي آمر هو. جيڪڏهن چيو وڃي ته چين جي دوستي ڀٽي صاحب جي ڪري هئي ۽ اُهو جيئن ته اقتدار ۾ نه هو ان ڪري چين مؤثر ڪردار ادا نه ڪيو. تنهن لاءِ چئي سگهجي ٿو ته پهرين ڳالهه ته ملڪن جا

لاڳاپا ۽ تعلقات هڪ شخص سان نه پر اُنهن جي پاليسيءَ سان ڳنڍيل هوندا آهن، پر فرض ڪجي ته ڀٽو صاحب چين لاءِ اڻين هو، جيئن شيخ مجيب الرحمان، ڀارت لاءِ. تڏهن به ڀٽو صاحب جنگ وارا تيرنهن ڏينهن ته ملڪ جي اقتدار ۾ شريڪ هو ۽ ايتري ٿوري عرصي ۾ به چين جي فوجي مداخلت حالتن ۾ وڏي تبديلي آڻي ڇڏي ها. اهڙي قسم جي مداخلت سان وڏ ۾ وڏ مهاڀاري لڙائي ڇڙڻ جا امڪان هئا ۽ مائوزيننگ جي نقطئه نظر موجب ٽين مهاڀاري لڙائي سامراج جو مڪمل خاتمو ڪري دائمي اَمن قائم ڪري ڇڏيندي ۽ اُها اِنسان ذات لاءِ بهرحال بهتري ۽ ڀلائي ڪٽي ايندي ان ڪري چين جو مهاڀاري لڙائي کان خوف کائڻ به سمجهه ۾ اچڻ جهڙي ڳالهه ناهي. بهرحال ڀٽي صاحب، جي ايوب خان واري دؤر ۾ تشڪيل ڏنل خارجا پاليسي پاڪستان کي متحد رکڻ ۾ 1971ع ۾ ناڪام وئي.

20 ڊسمبر 1971ع تي ڀٽي صاحب ملڪ جي صدر ۽ مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جو عهدو سنڀاليو. انهيءَ ڏينهن کان قائد عوام جي نئين ملڪ لاءِ پرڏيهي پاليسيءَ جو آغاز ٿيو، جيڪا اڄ ڏينهن هلندي اچي ٿي. هاڻي اسان کي نئين پاليسيءَ جي ڪاميابي ۽ ناڪاميابيءَ جو جائزو وٺڻو آهي.

ڀٽي صاحب جي اچڻ شرط ڪميونسٽ ملڪ پولينڊ، بنگلاديش کي تسليم ڪيو، ڀٽي صاحب، اِهو ساڳيو يحيي خان وارو نسخو استعمال ڪيو يعني جهڙيءَ ريت بنگلاديش کي تسليم ڪرڻ سبب يحيٰ خان، ڀارت سفارتي ناتا ٽوڙيا هئا، اهڙيءَ ريت ڀٽي صاحب، پولينڊ سان

سفارتي ناتا ٽوڙي ڇڏيا. هڪدم پوءِ هنگري، بلغاريه، چيڪو سلوا ڪيا ۽ اوڀر جرمنيءَ، بنگلاديش کي تسليم ڪيو ۽ ڀٽي صاحب، يحيٰ خان جي سنت تي عمل جاري رکيو. (ڪو به ٻيو رستو تلاش ڪري نه سگهيو.) اِها حالت ڏسي روس به بنگلاديش کي هڪ آزاد ۽ خود مختيار ملڪ جي حيثيت ۾ تسليم ڪري ورتو. پاڪستان لاءِ اهو مقام انتهائي آزمائش وارو هو. اتي پاڪستان جي خود داريءَ ۽ غيرت جو عملي مظاهرو ٿيڻ وارو هو. ليڪن حيرت جهڙي ڳالهه آهي ته ڀٽي صاحب سفارتي ناتا ٽوڙڻ جو سلسلو بند ڪري ڇڏيو ۽ جيڪا پاليسي شروع ڪئي هئائين، اُن جي متعلق واضح تي ويو ته اُها سوچيل سمجهيل ڪا نه هئي. ڇو ته ڀٽي صاحب کي اڳ ۾ معلوم هئڻ ڪپندو هو ته اوڀر يورپ جي ڪميونسٽ ملڪن طرفان بنگلاديش جو تسليم ٿيڻ معنيٰ روس جي مرضي ۽ خوشي. اُنهن ملڪن سان سفارتي ناتن ٽوڙڻ واري پاليسي روس جي باري ۾ ڪهڙو رنگ اختيار ڪندي. بهرحال ڀٽي صاحب جي پاليسيءَ ۾ تبديلي دنيا تي واضح ڪري ڇڏيو ته پاڪستان جو مثال اُن ماڻهوءَ وانگر آهي، جنهن جي ڪاوڙ هيٺي تان لهندي ڪانهي ۽ ڏاڍي تي ڪاوڙ ايندي ڪانهي. اُتان ڪان پاڪستان جي خارجه پاليسي پراڻو محڪوميت ۽ زيردستيءَ وارو ڍنگ اختيار ڪيو. هي انتهائي حيرت انگيز ڳالهه آهي ته ايشيا جو تمام پوئتي پيل ملڪ ڀارت جنهن کي عالمي اخبارون بکين ۽ اگهاڙن جو ديش ڪري لکن ٿيون، اُن جو حوصلو هيءَ آهي جو آمريڪي ستين آرماڙ جي هندي وڏي سمنڊ ڏانهن وڌڻ جي خبر ٻڌي چوي ٿو ته جيڪڏهن آمريڪي آرماڙ اسان جي ديش جي ڪنهن به حصي ۾ هٿ چراند ڪئي ته اُن کي هندي مهاساگر ۾ ٻوڙيو

ويندو، ۽ اُن جو حشر اهو ساڳيو ٿيندو جيڪو پاڪستاني آبدوز غازيءَ جو ٿيو آهي. ٻئي طرف آمريڪا چين، عالم اسلام، آر. سي. ڊي ۽ ڪميونسٽ دنيا جي خلاف عالمي غنڊي گرديءَ جي اداري سينيٽو جي سرگرم ميمبر پاڪستان جي اها حالت آهي جو صرف هڪ عالمي طاقت طرفان بنگلاديش جي منظوريءَ جي اعلان شرط پنهنجي طئه ٿيل پاليسيءَ کي تبديل ڪري ڇڏي ٿو. پاڪستان جي اها مرعوب ذهنيت واري ئي روش هئي، جنهن صدر پاڪستان ڀٽي صاحب، جي روس واري دؤري وقت روسي وزيراعظم کي اهو چوڻ جو موقعو ڏنو ته جيڪڏهن پاڪستان سامراجي ملڪن جي اشارن تي برصغير جي ڪنهن ترقي پسند آزادي جي تحريڪ کي ڪچلڻ چاهيو ته اسان جو ان باري ۾ اهو ئي رويو هوندو جيڪو بنگلاديش جي تحريڪ آزاديءَ وقت رهيو آهي.“ اها تقرير پاڪستاني اخبارن مان صرف هفتيوار ’چٽان‘ جي ايڊيٽر مرحوم شورش ڪاشميريءَ پنهنجي رسالي ۾ نقل ڪري ان تي ايڊيٽوريل لکيو.

ڀٽي صاحب جي پرڏيهي پاليسيءَ ۾ پهريون حقيقت پسندانه قدم شمله وارو سمجهوتو آهي. هن کان اڳ ۾ پاڪستان جي حالت ان ماڻهوءَ وانگر هوندي هئي جيڪو ڪن لوفرن جي چوڻ ۽ ٺيڪرون ڏيڻ تي پاڙي وارن سان ڦٽائي پري دوستيون ۽ لاڳاپا قائم ڪري. نتيجي طور اهڙي ماڻهوءَ جي موت تي نه پري وارا پهچي سگهندا آهن ۽ نه وري پاڙي وارا ئي ڪفن دفن لاءِ تيار ٿيندا آهن.

شمله واري ناهه کي ڏيڻ، وٺڻ جي اصول تي ڏسڻ ئي غلط

آهي. ليڪن پيپلزپارٽيءَ وارن ان سمجهوتي جي ذريعي پاڪستاني عوام تي قائد عوام جو ناقابل فراموش احسان ڄاڻائڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي ته ڀٽي صاحب هندوستان وٽ والاريل علائقا ۽ جنگي قيدي واپس وٺي دنيا ۾ رڪارڊ قائم ڪيو آهي. انهيءَ پروپئگنڊا لاءِ چئي سگهجي ٿو ته جنگي قيدي ”جنيوا ڪانفرنس جي اصول مطابق بهرحال آزاد ٿيڻا هئا. باقي والاريل علائقن تي دائمي قبضو صرف اسرائيل جو ڪم آهي ۽ هندوستان بهرحال اسرائيل ناهي. تاهم ايترو ضرور مڃڻو پوندو ته ڀٽي صاحب حقيقت کي سمجهي تاشقند واري پوزيشن ڏانهن موٽڻ ۾ ڪا هٻڪ محسوس نه ڪئي. اها سندس اخلاقي جرئت آهي. هيءَ ڪا گهٽ ڳالهه ڪانهي جو هزار سالن تائين جنگ جا اعلان ڪرڻ وارو شخص اڄ معاهدن جي رستي تي هلڻ لڳو هو. ڇو ته جڏهن تصوراتي شيشا حقيقت جي پهاڙ سان ٽڪرائبا آهن تڏهن ائين ئي ٿيندو آهي.

ڀٽي صاحب جي عربن سان دوستيءَ کي به وڏي اهميت ڏني پئي وڃي، حالانڪ گاهي ماهي ڪن خوشحال عرب رياستن جا شيخ پاڪستان اچي (مختلف شڪار ڪري) ڪنهن مسيت، اسپتال، مسافر خاني ۽ کوهه کوٽائڻ لاءِ چندو چاڙي ڏئي ويندا آهن، يا ٻوڏن ۽ زلزلن ۾ تباهه ٿيل پاڪستانين لاءِ تيل جي زڪوات به موڪلي ڇڏيندا آهن. باقي جيستائين قابل ذڪر عرب حڪومتن جو تعلق آهي، تن اڄ ڏينهن تائين ڀٽي صاحب جي دوستيءَ واري هٿ کي شيواجيءَ وارو هٿ پئي سمجهيو آهي. ان ۾ عربن ڪان وڌيڪ موجوده پرڏيهي پاليسيءَ هلائيندڙن جو قصور آهي ۽ عربن کي شڪ ڪرڻ لاءِ واجبي سبب آهن.

حقيقت هيءَ آهي ته ايوب خان جي وقت ۾ ايران، ترڪي ۽ پاڪستان وچ ۾ هڪ معاهدو ٿيو هو، جنهن کي آر. سي. ڊي جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. ان معاهدي ڪان گهٽو اڳ ايران ۽ ترڪي عربن جي وڏي دشمن اسرائيل کي نه رڳو تسليم ڪري چڪا هئا، پر ان سان واپاري ڏيتي ليتي به شروع ڪري ڏني هئائون. تنهن ڪري عربن جي نظر ۾ اهي ٻئي ملڪ آمريڪا جي دلي جي مڇيءَ جي حيثيت رکندڙ هئا. جڏهن پاڪستان انهن ملڪن سان هڪ ٻئي معاهدي (سينٽو معاهدي ۾ اڳئي شريڪ هو) ۾ شريڪ ٿيو، تڏهن عربن جي دلين ۾ پاڪستان لاءِ رهيل جڳهه به ختم ٿي

وئي. اِهو ئي سبب آهي جو 1965ع واري توڙي 1971ع واري جنگ ۾ زياده تر عرب جمهوريتن جو رويو پاڪستان جي باري ۾ سردمهريءَ وارو رهيو. هاڻي ڀٽي صاحب ان معاهدي ۾ نئين جان هڪ طرف وجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته عرب دنيا سان لاڳاپن وڌائڻ جي ڪوشش ٻئي طرف. پر عرب ملڪ، پاڪستان جي اهڙي دوستي قبول ڪرڻ لاءِ آتا نظر ڪو نه ٿا اچن. پاڪستان جي باري ۾ عربن جي شڪ جو ٻيو سبب هڪ وڏو واقعو ۽ ان متعلق پاڪستان جي پاليسي آهي. عربن جڏهن تيل تي بندش وڌي ان وقت آمريڪي صدر ۽ پرڏيهي وزير عربن کي مختلف ڌمڪين سان گڏ تيل جي چشمن تي قبضي ڪرڻ جي ڌمڪي پڻ ڏني هئي، ان ڌمڪيءَ جي جواب ۾ سعودي عرب جي حڪمران (مرحوم) شاهه فيصل چيو هو ته: ”تيل تي قبضي ٿيڻ کان اڳ ۾ اسان تيل جي چشمن کي ختم ڪري ڇڏينداسين.“ تيل جي چشمن تي قبضي لاءِ سينٽو جي ڪن ميمبر ملڪن جو هوائي ٻيڙو به تيار ٿي چڪو هو ۽ هوڏانهن سعودي عرب تيل جي چشمن تي تباهه ڪندڙ هٿيار به فٽ ڪري ڇڏيا هئا. اهو وقت عربن لاءِ موت ۽ زندگيءَ جي چونڊ جو وقت هو. هنن باعزت موت کي ترجيح ڏيڻ پسند ڪيو. اڳتي هلي انهن ڌمڪين ۽ جوابي ڌمڪين عملي صورت ڇو نه اختيار ڪئي، سا ڳالهه منهنجي مقصد کان ٻاهر آهي.

اصلي ڳالهه هيءَ آهي ته انهيءَ وقت تي جماعت اسلامي جهڙي رجعت پسند جماعت جي باني ”مودودي“ آمريڪا جي مذمت ڪئي، ليڪن پاڪستان جي (ترقي پسند)

حڪمران جماعت ۽ ان جو (ذهين) وزيراعظم بلڪل خاموش رهيا. اهڙي مؤقف اختيار ڪندڙ ۽ آمريڪي سامراجي ڏمڪين جي وقت تي خاموش هلندڙ ماٺهوءَ تي عرب ڪهڙي ريت اعتبار ڪري سگهن ٿا ۽ خاص ڪري اهڙي حالت ۾ جڏهن عربن جي اصطلاح ۾ الصمت نصف الرضا (ماٺ اڌ رضامندو آهي) هجي. ان ڪري هنن پاڪستاني حڪومت جي خاموشيءَ جي اها ئي معنيٰ ورتي ته پاڪستان، آمريڪا طرفان تيل جي چشمن تي قبضي ڪرڻ ۾ راضي آهي، اسان مظلوم عربن جي باري ۾ اهڙي بي جان، ڪوڪلي لفاظيءَ واري پاليسيءَ جي مخالفت ڪندا آيا آهيون.

# مسلم سربراهه ڪانفرنس

موجوده حڪمران پارٽيءَ جي پرڏيهي پاليسيءَ جي ڪارنامن مان هڪ ڪارنامون فيبروري 1974ع ۾ اسلامي سربراهه ڪانفرنس منعقد ڪرائڻ آهي. موجوده دور تصوراتي نه پر سائنسي دور آهي ۽ سائنسي دور جي سڀ کان وڏي خاصيت هيءَ آهي ته هو تصور، خيال، منصوبي کان وڌيڪ نتيجن کي اهميت ڏئي ٿو. سربراهه ڪانفرنس کي به انهي نقطئه نگاهه سان ڏسڻ گهرجي يعني ان جي نتيجن تي ڌيان ڏيڻ گهرجي. نتيجن جي اعتبار کان هيءَ ڪانفرنس پهرين ڏينهن کان ئي روسي ۽ آمريڪي لابين جي ڪشمڪش جو شڪار ٿي وئي هئي. ڪانفرنس شروع ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي روسي لابي رٿيل پروگرام موجب بنگلاديش جي شرڪت لاءِ زور پريو ۽ ٻي صورت ۾ ڪانفرنس جي بائڪات جي ڌمڪي ڏني وئي.

بنگلاديش کي ان وقت تائين پاڪستان، سعودي عريبيا ۽ چين تسليم ڪو نه ڪيو هو ۽ بنگلاديش جي حيثيت ان وقت پاڪستان وٽ اها ساڳي هئي، جيڪا حيثيت عربن وٽ اسرائيل جي آهي. ان ڪري بنگلاديش جي شرڪت جو سوال ئي پيدا نه ٿي ٿيو. روسي لابيءَ جو دٻاءُ وڌندو ڏسي مجبوراً پاڪستان بنگلاديش کي تسليم ڪري، ڪن عرب اڳواڻن کي موڪليو ته شيخ مجيب الرحمان کي وٺي اچن. جڏهن شيخ مجيب الرحمان لاهور جي ايئرپورٽ تي لٿو، ان وقت جناب ڀٽي صاحب سان گڏ پاڪ آرمي جي چيف آف اسٽاف جنرل ٽڪا خان پنهنجيءَ روايتي ورديءَ

سان سندس آذر پاڻ ڪيو. اها آهي تاريخ جي بيرحم صداقت....! ڪالهه جنهن ماڻهوءَ کي جنرل ٽڪا خان جي فوج جا ٻه ميجر غدار قرار ڏئي ڦاسيءَ تي لٽڪائڻ جو فيصلو ڏئي چڪا هئا، اهو ساڳيو ٽڪا خان اڄ ان ماڻهوءَ جي استقبال لاءِ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ايئرپورٽ تي بيٺو هو. اهو منظر ڏسي مون کي هڪ محب وطن انقلابيءَ جا هي لفظ ياد آيا ته ”اڄ جيڪي طاقتون اسان کي غدار قرار ڏئي رهيون آهن، سي سڀاڻي فاتحن جي حيثيت ۾ اسان جو استقبال ڪنديون.“

بنگلاديش جي منظوري ڀٽي صاحب جي حب الوطني ۽ متحده پاڪستان سان محبت جي بنياد تي تيار ڪيل پرڏيهي پاليسي جي ٻي ناڪامي هئي. تنهن ڪانسواءِ هو انهن قدم کڻڻ سان پنهنجي ٻن دوستن سعودي عريبيا ۽ چين جو اعتماد وڃائي ويٺو، جن پاڪستان سان رس رهائڻ لاءِ بنگلاديش کي تسليم نه ڪيو هو. بنگلاديش کي تسليم ڪرڻ واري معاملي ۾ چين کي اعتماد ۾ نه وٺڻ جو ئي نتيجو هو جو هن پيري چين، بنگلاديش جي گڏيل قومن جي اداري ۾ داخلا تي ويٽو استعمال ڪو نه ڪيو.

هاڻي آءٌ اسلامي سربراهي ڪانفرنس جي نتيجن تي وڌيڪ ڪجهه چوڻ چاهيان ٿو. سڀ کان پهريون سوال آهي ته آخر انهي ڪانفرنس جو مقصد ڇا هو؟

ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته اها ڪانفرنس گهرائي انهيءَ ڪري وئي هئي ته جيئن اسلامي ملڪن جي سربراهن جي زور ڀرڻ جي بهاني بنگلاديش کي تسليم ڪيو وڃي ۽ اهڙو

واعدو پٽو صاحب شمله ۾ ڪري آيو هو، پر معمولي حالتن ۾ عوام طرفان احتجاج جي ڊپ کان بنگلاديش کي تسليم نٿي ڪري سگھيو. جيڪڏهن اها ڳالهه صحيح آهي ته پوءِ پٽي صاحب جي قومي دولت سان (محبت) ۽ عوامي پئسي سان (عشق) پوريءَ ريت سمجهه ۾ اچڻ سان گڏ سندس (بي پناهه جرئتمندي) متعلق هر ڳالهه سورنهن چڙا ارڙهن آنا صحيح ثابت ٿئي ٿي.

آءٌ سمجهان ٿو ته ائين هوندو، ليڪن ٻڌايو اهو ويو هو ته هن ڪانفرنس مان وڏي ۾ وڏو ظاهري مقصد آهي، اسلامي دنيا جو اتحاد، اتفاق ۽ سامراج دشمن پاليسيءَ ۾ مضبوطي. انهيءَ مقصد جي نقطئه نظر سان هيءَ ڪانفرنس اتحاد اسلام بجاءِ انتشار اسلام ثابت ٿي آهي. سڀ کان پهرين اهو انتشار سعودي عريبيا ۽ ايران جي بادشاهن جي شرڪت جي باري ۾ پيدا ٿيو. جنهن ڪري شهنشاهه ايران ڪانفرنس ۾ شريڪ ڪو نه ٿيو.

ٻيو وڏو مظاهرو ڪانفرنس کان ٻئي ڏينهن شروع ٿيو، هڪ طرف لبيا جو ”ڪرنل قذافي“ منٽو پارڪ ۾ پنهنجي فصيح ۽ بليغ تقرير ۾ پاڪستاني صوبن جي سياست ۾ مداخلت سان (لاهور وارن کي) پارٽ دشمنيءَ جو درس ڏئي رهيو هو ته ٻئي طرف ساڳئي وقت تي صدر انور سادات (مرحوم) نئين دهلي ۾ هندوستاني وزيراعظم اندرا گانڌي کي منٿن ميڙن سان يقين ڏياري رهيو هو ته آئينده اسلامي سربراهه ڪانفرنس ۾ هندوستان کي ضرور شريڪ ڪيو ويندو، ڇو ته هندوستان ۾ مسلمان سيني ملڪن جي ڏار ڏار آبادي کان گھڻا رهن ٿا، تنهن ڪري هندوستان به

هڪ مسلم يا اسلامي ملڪ آهي.

اسلامي اتحاد جو ٽيون مظاهرو هن ريت ٿيو جو لبيا ۽ مصر وچ ۾ هڪ وفاق اندر سموليت واري پروگرام ۾ خلل پوڻ شروع ٿيا. لبيا جي لکن باشندن وفاق جي حق ۾ لانگ مارچ ڪندي مصر ۾ داخل ٿيڻ چاهيو. مصري حڪومت انهن کي پنهنجي ملڪ ۾ بنا پاسپورٽ جي داخل ٿيڻ کان روڪيو نيٺ معاملو وڌي ويو ۽ هاڻي حالت اها آهي جو ٻنهي ملڪن جا سفارتي ناتا ختم ٿي چڪا آهن. لبيا ۽ مصر لاءِ اسلامي سربراهه ڪانفرنس ان مثال وانگر ثابت ٿي آهي ته: ”وئي سنگن لاءِ پر ڪن ڪپائي آئي.“ مڙس هليا هئا سيني مسلمانن کي متحد ڪرڻ پر پاڻ ۾ اهڙا وڙهيا جو ڪير ڇڏائڻ وارو ئي ڪونهي.

اسلامي اتحاد جو چوٿون مظاهرو مراڪش ۽ لبيا جي وچ ۾ شديد قسم جي اختلافن جي صورت ۾ ٿيو.

اسلامي اُخوت جو پنجون مظاهرو ٽن اسلامي ملڪن ماريطانيا، مراڪش ۽ الجزائر جي وچ ۾ اسپيني صحرا جي مسئلي تي اختلافن جي صورت ۾ ظاهر ٿيو، جنهن ٽنهي ملڪن جي وچ ۾ جنگ جي صورتحال پيدا ڪري ڇڏي آهي. قومي خودمختياري جي بنياد تي الجزائر اسپيني صحرا کي هڪ ڌار ملڪ جي صورت ۾ تسليم ڪري ورتو آهي ۽ هو اتي گوريلا تنظيم جي مدد ڪري رهيو آهي. ٻئي طرف مراڪش ۽ ماريطانيا ان تي پنهنجو قبضو برقرار رکڻ چاهين ٿا. ليڪن پاڪستان جو (ذهين) وزيراعظم اجا تائين ڪو به فيصلو نه ڪري سگهيو آهي ته قومي خود

اختياري جي بنياد تي الجزائر جي موقف جي حمايت ڪري يا تاريخي حق ۽ واسطا ڇڪائيندڙ مراڪش ۽ ماريطانيا جي مدد ڪري.

وحدت اسلام جو ڇهون مظاهرو موجوده وقت ۾ لبنان جي مسئلي تان فلسطيني ۽ اردني عربن جو اختلاف آهي، جنهن وچ اوپر جي پوري حُسن ڪي رت هاڻو ڪري ڇڏيو آهي.

نتيجن جي اعتبار سان معلوم اهو ٿيو ته ان ڪانفرنس ڪان پوءِ ايندڙ هر ڏينهن، هر هفتو، هر مهينو ۽ هر سال اسلامي ملڪن جي اختلافن ۽ انتشارن جا نشان پاڻ سان ڪٽي آيو آهي ۽ انهيءَ پوري عرصي ۾ (فخر ايشيا) مسلمان ملڪن جي جهيڙن کي نبيرڻ لاءِ ڪا به رٿ ۽ تجويز ڏئي نه سگهيو آهي ۽ نه وري صحيح فيصلو ڪري سگهيو آهي ته اسلامي ملڪن جي سربراهن جي ڪانفرنس جي ميزبان جي حيثيت ۾ ڪيس ڪهڙو موقف اختيار ڪرڻ گهرجي!؟

ڪانفرنس جي انهيءَ ظاهري مقصد جي نتيجن جي اعتبار کان ناڪاميءَ جي وضاحت کان پوءِ آءٌ ڪانفرنس جي هڪ ٻئي پهلوءَ تي روشني وجهڻ چاهيان ٿو، جنهن ۾ ڪانفرنس پوريءَ ريت ڪامياب وئي آهي. ڪانفرنس جو ٻيو پهلو هو عالمي طاقتن جي مفاد وٽان استعمال ٿيڻ وارو. حقيقت هيءَ آهي ته انهيءَ ڪانفرنس جي تياريءَ پٺيان هڪ وڏي عالمي طاقت جو هٿ هو، جنهن ان ڪانفرنس مان پنهنجي مقصد جا نتيجا حاصل ڪرڻ ٿي گهريا. ان لاءِ هن پاڪستان، ايران ۽ ترڪيءَ سان گڏ

سعودي عريبيا کي به استعمال ڪرڻ تي چاهيو. انهن مقصدن مان هڪ مقصد هو تيل تان بندش هٽائڻ ۽ ٻيو وچ اوڀر ۾ اسرائيل جي خلاف گڏيل عرب محاذ کي ڇڙوڇڙ ڪرڻ......!!

مٿئين ٽنهي ملڪن انهيءَ طاقت طرفان مضبوط قسم جي يقين ڏيارڻ جي بنياد تي سعودي عرب جي شاهه فيصل مرحوم کي تيل تان بندش هٽائڻ واري اصول تي راضي ڪري ورتو هو ۽ ڪانفرنس ختم ٿيڻ کان ڪجهه ڏينهن پوءِ تيل تان بندش لاٿي وئي. ٿورو وقت گذرڻ کان پوءِ مرحوم شاهه فيصل کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو ۽ وري تيل تي بندش وجهڻ جي اسڪيم تيار پئي ڪئي وئي ته کيس قتل ڪرايو ويو. شاهه فيصل کي قتل ڪرائڻ کان پوءِ اسلامي سربراهه ڪانفرنس ۾ طئي تيل ٻئي مقصد جي حاصلات لاءِ جدوجهد تيز ٿي وئي ۽ اهو حاصل هن ريت ٿيو جو مصر کي ڪجهه رعايتون ڏئي شام ۽ فلسطين جي گڏيل ڪاز (مقصد) تان ڦيري اسرائيل سان انفرادي ٺاهه ڪرڻ تي راضي ڪيو ويو.

انهن رعايتن ڏيڻ سان نه صرف مصر کي شام ۽ فلسطيني عربن کان ڌار ڪيو ويو پر کيس سامراج دشمن بلاڪ مان ڪڍي پوريءَ ريت آمريڪا جي گرفت ۾ آندو ويو، ڇو ته آمريڪا کي وچ اوڀر ۾ ڪنهن اهڙي ملڪ جي ضرورت هئي، جيڪو پنهنجي اثر رسوخ جي ڪري وچ اوڀر ۾ وڌندڙ روسي اثر کي روڪي سگهي. ايترا ڏينهن اهو ڪم هو پاڪستان، ايران ۽ سعودي عرب کان وٺندو پئي آيو، پر اهي ٽئي ملڪ خاطر خواهه نموني ساڻ اهو فرض پورو

ڪري نه سگهيا هئا، تنهن ڪري ڪافي وقت کان آمريڪا جي نظر مصر تي هئي. ليڪن مرحوم جمال عبدالناصر جي وقت ۾ مصر جو آمريڪا جي مفادن لاءِ استعمال ٿيڻ جو سوال ئي پيدا نه ٿي ٿيو، ۽ نه وري ناصر جي وقت ۾ مٿين ٽنهي ملڪن جي ناصر وٽ ڪا حيثيت هئي. پر سادات سڳوري جي وقت ۾ آمريڪا جو مقصد اسلامي سربراهه ڪانفرنس جي ذريعي پوريءَ ريت حل ٿي ويو ۽ ان سان گڏ وچ اوڀر لاءِ پاڪستان جي حيثيت به آمريڪا وٽ ختم ٿي وئي، جنهن جو ثبوت اچوڪين حالتن ۾ پوريءَ ريت ملي سگهي ٿو. جيتوڻيڪ آمريڪا ڀٽي صاحب کي هٿيار ڏيڻ جو فيصلو ڪيو آهي، ڇو ته ڪيس هِند-چينيءَ جا بچيل ۽ پراڻي ماڊل جا هٿيار (جن جو توڙ ڪميونسٽ ملڪ اڳ ئي معلوم ڪري چڪا آهن)، بهرحال نيڪا ڪرڻا هئا، ۽ جنهن جي لاءِ پاڪستان کان وڌيڪ ڪهڙي منڊي مناسب ٿي سگهي ٿي؟ پر جڏهن دوستان جي ائٽمي ڌماڪي جي مقابلي ۾ پاڪستان فرانس کان ائٽمي ري پروسنگ پلانٽ خريد ڪرڻ جو معاهدو ڪيو ته آمريڪا هڪدم اعتراض واريو ۽ هٿيار بند ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني آهي. اڄ حالت هيءَ آهي جو پاڪستان سان گڏ فرانس به سفارتي سطح تي اڪيلو رهجي ويو آهي ۽ غير جانبدار، 86 ملڪن جي ڪانفرنس تيل پيدا ڪندڙ ملڪن کي اپيل ڪئي آهي ته ائٽمي هٿيارن جي پکيڙڻ جي جرم ۾ فرانس کي تيل جي فراهمي بند ڪئي وڃي. اهڙي قسم جي اپيل ۾ ٻين سان گڏ لبيا جو ڪرنل قذافي ۽ عيدي امين، ڀٽي صاحب جا گهرا دوست به شامل آهن.

آءٌ انهيءَ ڳالهه سان دلچسپي ڪو نه ٿو رکان ته پاڪستان

۽ ڀارت هڪ ٻئي سان ائٽم جي ميدان ۾ مقابلو ڪن يا نه، پر هڪ محب وطن ايشيائيءَ جي حيثيت ۾ آءٌ هن خطي جي ڪنهن به حصي کي هيروشيما ۽ ناگاساڪي جي روپ ۾ تبديل ٿيندو ڏسڻ نٿو چاهيان، ڇو ته آءٌ هڪ اديب آهيان. اديب جي حيثيت ۾ هن خطي جي هر شهر ۽ واهڻ جو حُسن ۽ آبادي، منهنجي آتما کي ابدي قرار بخشين ٿا. اديب جي حيثيت ۾ آءٌ تعمير جو پيغمبر ۽ ريبارو آهيان. جهڙيءَ طرح مون کي اُن هٿ کان نفرت آهي، جيڪو هڪ انسان کي زندگيءَ جي ولولي کان مرحوم ڪري ٿو؛ اهڙيءَ طرح مون کي ان حاڪم کان شديد نفرت آهي، جيڪو ڪيترين آبادين کي زندگيءَ جي حسن کان مرحوم ڪرڻ جا سانباها ڪري ٿو.

پاڪستان، آمريڪا جي توجه لائق سرپرستيءَ کان مرحوم ٿيڻ واري حالت ۾ هاڻي مڪمل طور ايران جي گود ۾ ڪري پيو آهي. هوڏانهن ايران تيل مان بيشمار دولت ميڙي آهي. ان کي هن خطي ۾ (برصغير) سيڙائڻ ٿو چاهي. ان لاءِ هن کي هندوستان ۽ افغانستان ئي موزون ملڪ نظر آيا آهن، جن جي قول ۽ اقرار تي اعتماد ڪري سگهي ٿو. ان ڪري هن پاڪستان کي ڀارت ۽ پاڪستان سان ناهه ڪري خشڪيءَ جا رستا کولڻ لاءِ حڪم ڪيو آهي ۽ پاڪستان هڪ وفادار غلام وانگر تيار ٿي ويو آهي. اسان پاڙيسري ملڪن سان دوستيءَ جا پرجوش حامي آهيون. 1972ع ۾ منهنجي ليدر ملڪي استحڪام لاءِ جيڪي تجويزون ڏنيون هيون، تن ۾ پاڙيسري ملڪن سان دوستي ۽ امن جو معاهدو ڪرڻ جي تجويز سر فهرست هئي، پر جنهن دوستيءَ جي ڀنيان ڪو خفيه هٿ ۽ لڪل اشارو هجي، سا

دوستي ڪا ئي معنيٰ نه ٿي رکي. اهڙي قسم جي دوستي جهڙيءَ ريت ڪنهن جي حڪم سان قائم ٿيندي آهي سا اِهڙي ريت ختم ٿي ويندي آهي. مون مٿي هڪ جملو ڳالهايو آهي ته ”ايران، پنهنجي ناٽي سيڙائڻ لاءِ هندوستان ۽ افغانستان جي قول ۽ اِقرار تي اعتماد ڪري سگهي ٿو.“ اِهو جملو مون ڄاڻي واڻي ڳالهايو آهي. اُن جو مطلب آهي ته ايران، پاڪستان ڪي پنهنجي مطلب لاءِ استعمال ڪرڻ خاطر وقتي طرح اُن ڪي ڪجهه قرض ۽ اِمداد ته ڏئي سگهي ٿو، پر اُن تي اعتماد ڪري پنهنجو ناٽو سيڙائڻ لاءِ تيار ڪونهي، نه صرف ايران پر دنيا جا گهڻا ملڪ انهيءَ نتيجي تي پهتل آهن.

انهيءَ جو وڏو سبب هيءُ آهي ته پاڪستان جي پوري تاريخ ۾ هڪ ئي ڪارخانو آهي، جيڪو هر وقت پيداوار ڏئي رهيو آهي ۽ اُهو ڪارخانو آهي غدار سازيءَ جو.....! هتي حاڪم پارٽي، پاڻ ڪانسواءِ ٻين سيني ڪي غدار قرار ڏيندي آئي آهي، ويندي ايتريقدر و هتي جي هر پارٽي، هر جماعت، ۽ هر گروهه تي غداريءَ جو ٺپو لڳل آهي. هتي جي هر ماڻهوءَ تي غداريءَ جي تهمت لڳل آهي. هتي جي صوبي جي عوام ۽ سياستدانن جو جسم غداريءَ جي داغ سان داغيل آهي. هتي جو سياستدان غدار آهي، هتي جو شاعر غدار آهي، هتي جو پروفيسر غدار آهي، هتي جو شاگرد غدار آهي، هتي جو هندو غدار آهي، مسلمان غدار آهي، سنڌي غدار آهي، پٺاڻ غدار آهي ۽ بلوچ غدار آهي. اهو سڀ ڪجهه ڇيو ويو آهي ۽ مشهور ڪيو ويو آهي. مطلب ته هتي مخالف لاءِ ”غدار- وطن“ جو لفظ استعمال ڪرڻ ايترو ئي آسان آهي، جيئن پاڻي پيئڻ.....!!

هتي ملڪ دوستي جي سَنَد صرف هڪ ئي آهي، ۽ اُها آهي حڪمران جي شان ۾ قصيده نويسي ڪرڻ ۽ مولود پڙهڻ. انهيءَ ڪارخاني جي پيداوار مان اهو نتيجو نڪتو آهي جو هن غدارن سان پريل ملڪ جي مستقبل ۾ ڪو به ملڪ ويساهه ڪرڻ لاءِ تيار ناهي. اُنهن ملڪن کي انديشو لڳو پيو آهي ته ڪيڏيءَ مهل به غدار ملڪ تي قبضو ڪري اُن جو نه معلوم حشر ڇا ڪندا؟ اسان اهڙي قسم جي پاليسيءَ جا مخالف آهيون. اُن مان اڄ ڏينهن تائين نه صرف هن ملڪ کي پر پوري ايشيا جي عوام کي ڪيترن ئي مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پيو آهي. هر وقت هن خطي کي غير ملڪي طاقتن جي مفاد جي خاطر استعمال ڪيو ويو آهي ۽ اسان جي قسمتن جا فيصلا ڏور ڏيهن ۾ ٿيندا رهن ٿا. هن ملڪ جي حفاظت جي ضمانت ڪڏهن آمريڪا ٿو ڏئي ته ڪڏهين چين ۽ ڪڏهن ايران....!

اسان جو شروع کان وٺي نظريو ۽ عقيدو رهيو آهي ته جنهن ملڪ کي پنهنجي حفاظت لاءِ ٻين کان واعدا ۽ وچن وٺڻا پون، جيڪو هميشه ٻين جي رحم ۽ ڪرم تي زندهه رهڻ جي دڳ تي هلايو وڃي، ان ملڪ ۽ ان کي اهڙيءَ حالت ۾ پهچائيندڙ بي ضمير حاڪمن کي زندهه ۽ باقي رهڻ جو ڪو به قانوني، سياسي ۽ اخلاقي حق ڪونهي. جنهن عمارت کي ڪرڻو آهي، اها جيترو جلد ڪري اوترو سٺو، ڇو ته ان جي جاءِ تي جلد کا شاندار ۽ مضبوط نئين عمارت تيار ٿي سگهي. آمريڪا جي گهيري ۾ هوندي ننڍڙو ملڪ ڪيوبا، آمريڪي ميزائيلن جي تباهه ڪاريءَ کان بي نياز سامراج جي اکين ۾ اکيون وجهي زندگيءَ سان پرپور ٺهڪ ڏئي رهيو آهي. ان جون به ڪنهن ملڪ

سان دوستيون هونديون، ليڪن هن ڪڏهن به ڪنهن وڏيءَ طاقت جو اهڙو جملو برداشت نه ڪيو هوندو ته ”ڪيوبا جي حفاظت منهنجو فرض آهي.“ هن ملڪ جي تاريخ ثابت ڪيو آهي ته هن کي آمريڪا، چين ۽ ايران، ۽ فوج مان ڪائي طاقت بچائي نه سگهي آهي. هن ملڪ کي صرف هتان جو عوام بچائي سگهي ٿو، ۽ اُن جي حفاظت سان گڏ ڪيس ترقيءَ جي عروج تي پهچائي سگهي ٿو ۽ اُهو سڀ ڪجهه اُن صورت ۾ ٿيندو، جڏهن سڀني شهرين کي محب وطن ۽ وفادار سمجهي، مختلف قومن، طبقن ۽ ماڻهن کي سندن فطري ۽ اقوام متحده جا مڃيل حق ڏنا ويندا ۽ کين ڏنڊي جي بجاءِ محبت جي زبان ۾ مخاطب ڪيو ويندو. جيڪڏهن اهڙي تبليغ ۽ پرچار ڪرڻ انصاف جي نظر ۾ ڏوهه آهي ته پوءِ بيشڪ آءٌ ڏوهاري آهيان، ان جو اقرار ٿو ڪريان.

هڪڙو الزام هيءُ به آهي ته ”مون پناهگيرن ۽ سنڌين کي ويڙهائڻ ۽ فرقيوارانه فساد جي ذريعي مهاجرن کي سنڌ مان بيدخل ڪرڻ جي تبليغ ڪئي آهي؟“

سائين منهنجا-! پناهگيرن جو مسئلو ايترو ئي پراڻو آهي، جيتري انساني تاريخ. انساني زندگيءَ جي اوائلي دؤر کان انساني قافلن جي اناج، پاڻي ۽ گاهه جي تلاش ۾ هڪ علائقي کان ٻئي علائقي، هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ، هڪ کنڊ کان ٻئي کنڊ ڏانهن لڏپلاڻ ٿيندي رهي آهي. ويران خطن، ملڪن ميدانن، صحرائن ۽ ماڙين مان انساني آبادين جون سرسبز، آباد ۽ پاڻياٺن حصن ڏانهن هجرتون، انساني تاريخ ۾ اڻ مٽ نشان جي حيثيت رکن ٿيون. آسماني ۽

قدرتي مصيبتن کان ڇوٽڪاري جي ڳولا ۾ آراين جي وچ ايشيا مان اوڀر ايشيا ڏانهن اچڻ پناهگيرن جي تاريخ جو يادگار واقعو آهي. ماڻهن جي انهيءَ لڏپلاڻ، نسلن جي ميل ميلاپ ۽ تهذيبن جي ملاوٽ ذريعي ذين تهذيبن ۽ ثقافتن کي جنم ملندو رهيو آهي. ڌار ڌار ٻولين جي هڪ ٻئي تي اثر انساني ادبي ذخيري کي پائيداريءَ ۽ سوچ کي وسعت ڏني آهي. انهيءَ خيال کان پناهگيرن جي لڏپلاڻ انسانيت لاءِ ڪڏهن مفيد ثابت نه ٿي آهي. جڏهن به ڪنهن ملڪ ۾ وبائن منهن ڪڍيو آهي ته اتان جي ماڻهن پروارن ملڪن ۾ اچي سک جو ساهه پٽيو آهي. جڏهن به ڪنهن ملڪ جو حالتون ڪن انساني گروهن لاءِ ناسازگار ٿيون آهن، ته انهن گروهن اتان لڏپلاڻ پئي ڪئي آهي. جڏهن به ڪٿي ڏڪار پيا آهن ته اتان جي رهواسين اتان هجرت ڪري ٻين هنڌن تي بسيرو ڪيو آهي. ائين هر دؤر ۾ ٿيندو آيو آهي ۽ شايد ٿيندو رهندو. مهاجرن جي انهيءَ پوري سرگذشت ۾ اسان کي ٻن قسمن جا مهاجر نظر اچن ٿا.

هڪڙا اهي جيڪي بيوس، لاچار، ڏتڙيل ٿي ڪنهن ملڪ ۾ آيا آهن. اهڙي قسم جي مهاجرن، ان ملڪ جي اصلي باشندن ۽ زمين جي فرزندن کي ئي ملڪ جي هر شيءِ، وسيلي ۽ ذريعي جو مالڪ پئي سمجهيو آهي ۽ سندن فطري ۽ قدرتي حقن سان ڪنهن نعري، نظرئي يا ڌرم جي آڙ ۾ ڪا به ڪؤنس ڪا نه ڪئي اٿن ۽ نه وري ڪو پنهنجو احسان ئي جاڻايو اٿن. آهستي آهستي مقامي قومن، قبيلن جي تهذيب، ثقافت ۽ تمدن ۾ پاڻ کي ملائي هڪ ڪري ڇڏيو اٿن ۽ فرزندان زمين جي سهڻي ۽ سٺي برتاءُ جا هميشه ٿورائتا پئي رهيا آهن يا ڪجهه وقت رهي جڏهن

حالتون سازگار ٿيون آهن ته پنهنجي اباڻن ڪکن ڏانهن موٽي ويا آهن. رسول ڪريم صلعم هجرت کان پوءِ مديني جي اندر مڪي کان آيل مهاجرن کي انصار جي مال ملڪيت تي حق ڇڪڻ کان منع ڪري رضاڪارانه بنياد تي انصار طرفان مليل امداد ۽ حمايت تي قناعت ڪرڻ جي تلقين ڪئي آهي. پنهنجي سِر هو موقعي ۽ مهل تي دل ۽ زبان سان مديني جي انصار لاءِ شڪر، ۽ احسانمنديءَ جي جذبن جو اظهار عمر ساري ڪندو رهيو.

ٻي جنگ عظيم وقت ڪيترن يورپي ملڪن جا باشندا جنگ جي خونخوار ديوَ جي خوف کان ٻجي وڃي ٻين ملڪن ۾ پناهگزين ٿيا هئا. جيئن نازي ۽ فاشي قوتن جي پَو کان چيڪ، پولش ۽ فرينچ ماڻهو ٻين يورپي ملڪن ڏانهن ڀڄي ويا هئا. ليڪن ٻي مهاڀاري لڙائي جي متعلق جيترو لٽريچر منهنجي نظر مان گذريو آهي، ان ۾ مون ڪٿي به ڪو نه پڙهيو آهي ته انهن پناهگيرن ٻين ملڪن ۾ وڃي پنهنجي لاءِ ڪي خاص رعايتون ۽ حق واسطا ڇڪيا هجن يا پنهنجو ڪو احسان ڄاڻايو هجي. اسپين جي خانه جنگيءَ ۾ ڪيترائي هسپانوي باشندا يورپ ۽ آمريڪا ۾ پناهه وٺڻ لاءِ مجبور ٿيا هئا، پر هنن شريف ماڻهن ڪڏهن به جمهوريت جي بقا لاءِ پنهنجي ڏنل قربانيءَ جي بنياد تي مقامي رهواسين کان ڪي رعايتون طلب ڪو نه ڪيون.

برصغير ۾ هجرت تحريڪ (جنهن جي اڳواٽي هڪ سنڌي قانوندان مرحوم جان محمد جوڻيجي ڪئي هئي) وقت افغانستان ۾ ويل هندوستاني مُهاجرن به افغان حڪومت کان ڪي خصوص حق، رعايتون ۽ جائداد جا ڪليم طلب

کو نه کيا هئا. هنن رڳو رهائش ۽ امدادي سامان تي اکتفا ڪئي هئي. جيتوڻيڪ تحريڪ هجرت برصغير جي تمام ديني عالمن جي گڏيل فتويٰ جي روشنيءَ ۾ شروع ڪئي وئي هئي ۽ پوءِ به پٺاڻن، هندوستاني مسلمان مهاجرن سان جيڪو رويو اختيار ڪيو، سو تاريخ جو الميه داستان آهي. سن 1971ع ۾ بنگال مان ڪيترا ماڻهو ساهه بچائڻ جي خوف کان هندوستان ڀڄي ويا هئا، ليڪن هنن به ڪا خاص رعايت طلب ڪا نه ڪئي. اسان جي سامهون موجوده دور جي فلسطيني مهاجرن جو مثال آهي، جيڪي وچ اوڀر جي ڪيترن ملڪن ۾ ٽڙيا پکڙيا پيا آهن، پر هنن ڪڏهن به هجرت جي بنياد تي حق ۽ رعايتون طلب ڪين ڪيون آهن، ۽ نه وري ڪو عرب ملڪ هنن کي مستقل طرح پاڻ وٽ آباد ڪرڻ لاءِ تيار آهي. هو اڄ به خيمن ۾ اقوام متحده جي راشن تي گذارو ڪري رهيا آهن.

پناهگيرن يا لڏپلاڻ ڪندڙن جو ٻيو گروهه يا قسم اهڙن ماڻهن تي مشتمل آهي، جيڪي پنهنجي ملڪ مان نڪري تلوار جي زور تي مقامي ماڻهن کي محڪوم بنائي اتي پنهنجي موروثي حڪومتن جا بنياد وجهي ويهي رهيا آهن. انهن طاقت جي زور تي نه رڳو پنهنجو پاڻ کي اعليٰ، افضل ۽ سڌريل ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر مقامي ماڻهن کي ٻئي درجي جي شهرين جي حيثيت ڏني، اتي جي هر شيءِ هڙپ ڪري ويا آهن. اهڙن مهاجرن جي خلاف مقامي ماڻهن جي دل ۾ سخت ۽ شديد نفرت جا مچ ٻرندا رهيا آهن ۽ موقعو ملڻ شرط هنن اهڙين ترين کي تڪي ڌار ڪيو آهي ۽ جي ڪامياب نه ٿيا آهن ته حق ۽

ناحق جي ڪشمڪش ۾ خود ختم ٿي ويا آهن. سنڌ ۾ ايراني يوناني، عرب، ارغون، ترخان، مغل، غزنوي، غوري، خلجي، انگريز وغيره؛ اسپين ۾ عرب، آمريڪا ۾ هسپانوي ۽ انگريز، هندوستان ۾ مغل ۽ فلسطين ۾ يهودي، پوئين قسم جي مهاجرن ۾ اچي وڃن ٿا. اهو ئي سبب آهي جو مصر جي جمال عبدالناصر چيو هو ته: ”جڏهن آءٌ فلسطين جي سرزمين تي يهودي پناهگيرن جي حڪومت ڏسان ٿو ته منهنجي دل ۾ اهڙن پناهگيرن جي خلاف نفرت جي باهه پنيث بنجي وڃي ٿي.“

انهيءَ تفصيل ۽ اصول جي روشنيءَ ۾ اسان کي ڏسڻو آهي ته پاڪستاني پناهگيرن جو مهاجرن جي ڪهڙي گروهه سان تعلق آهي. جيڪڏهن هنن جي ذهنيت فاتحانه ۽ رعايت يافته طبقي جي آهي ته پوءِ اهڙن ماڻهن سان نفرت ڪرڻ ۽ کين ڌڪي ڌار ڪرڻ جو جذبو حب الوطنيءَ جو شاندار مظاهرو آهي، ۽ جنهن ماڻهوءَ کي حب الوطنيءَ جي تاريخ ۾ بيغيرت ۽ غدار جي لقب سان ياد ڪيو ويندو رهيو آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو اهڙي لقب کي پنهنجي لاءِ اعزاز سمجهي ته ان کي هر ڪو حق آهي ته هو هڪ محب وطن انسان کي مجرم ۽ قتل لائق سمجهي زنجيرن ۾ جڪڙي ڇڏي. جيتريقدر مون سمجهيو آهي ته پاڪستاني مهاجرن ٽن قسمن جون دعوائون ڪيون آهن:

(1) هنن سنڌ کي هندن کان پنهنجو فتح ڪيل علائقو سمجهي اُن جي هر شيءِ کي پنهنجي لاءِ مخصوص ڪري ان کي ماءُ جي کير وانگر حلال ۽ جلدي هضم ٿيندڙ پئي تصور ڪيو آهي. جاين، دوڪانن، واپار، نوڪرين ۽ تعليم

کي پنهنجي مخصوص مفادن وٽان ترتيب ڏئي، ماڻهن کي محروم ڪرڻ تي سندرو ٻڌيو آيا آهن. هر وقت اهو ٻڌائڻ ضروري پئي سمجهيو اٿن ته سنڌي هندن جا غلام هئا ۽ اسان اچي ڪين نجات ڏياري آهي. 1970ع جي چونڊن وقت هڪ مهاجر مياڻي روڊ حيدرآباد ۾ تقرير ڪندي چيو هو ته: ”اسان جي اچڻ کان اڳ سنڌين جون عورتون واڻين وٽ گروي رکيل هونديون هيون.“ انهيءَ مثال ڪانسواءِ مون وٽ هڪ واضح ثبوت آهي ته مهاجرن پاڻ کي فاتح جي حيثيت ۾ سنڌين جو حاڪم تصور ڪيو آهي.

1948ع ۾ ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڌار ڪيو ويو، ان وقت سنڌ جي عوام سان اسيمبليءَ ۾ واعدو ڪيو ويو ته ”ڪراچي ۾ سنڌ حڪومت جي ٿيل خرچ جو معاوضو ادا ڪيو ويندو.“ ڪجهه وقت گذرڻ کان پوءِ سنڌي نمائندن جو هڪ وفد سنڌ مسلم ليگ جي صدر سيد علي اڪبر شاهه (مرحوم) جي اڳواڻي ۾ پاڪستان جي وزيراعظم لياقت عليءَ سان مليو ته: ”سائين اسان اوهان کي اهو ياد ڏيارڻ آيا آهيون ته ڪراچيءَ جو معاوضو اڃا تائين سنڌ حڪومت کي نه مليو آهي.“ لياقت علي خان جواب ڏنو ته: ”ڇا جو معاوضو؟ فتح ڪيل علائقن جا به ڪي معاوضا مفتوح ماڻهن کي ڏنا ويندا آهن ڇا.....!؟“ لياقت علي، پاڪستان جي وزيراعظم سان گڏ هندوستاني مهاجرن جو نمائندو پڻ هو. انهيءَ جواب جي ذريعي هن پوري مهاجر ذهنيت جي نمائندگي ڪري ثابت ڪيو ته هندوستاني مهاجرن جي حيثيت، سنڌ ۾ فاتح واري آهي.

ان صورت ۾ منهنجو فرض آهي ته انهن فاتحن جي ان

ذهنيت کان مفتوحن کي پوري طرح آگاهه ڪريان.

هنن جو چوڻ آهي ته:

”اسان اسلام جي خدمت جي جذبي تحت هتي آيا آهيون، ته جيئن اسلامي نظام حڪومت قائم ڪريون.“

آءٌ انهن جي ان دعويٰ کي صحيح ڪو نه ٿو سمجهان:

پهرين ڳالهه:

ته حضور اڪرم صلعم جن مڪي جي فتح ٿيڻ کان پوءِ فرمايو ته اڄ ڏينهن کان وٺي مذهب لاءِ هجرت جو دروازو بند آهي. انهيءَ جي بنياد تي هندوستان جي هڪ بهترين عالم 1947ع ۾ مهاجرن جي هڪ اجتماع جي سامهون تقرير ڪندي چيو هو ته:

"شاہجہان کی مسجد کے مینار جُھک کر تم سے سوال کرتے ہیں کہ ہجرت کے مقدس نام پر یہ فرار کی زندگی تم نے کہاں سے سیکھ لی؟"

اهو ئي سبب آهي جو مولانا عبيدالله سنڌيءَ پنجويهه ساله جلاوطنيءَ ۾ پاڻ کي ڪٿي به مهاجر ڪو نه سڏايو.

ٻي ڳالهه:

ته اسان ڪٿي مجون ته هنن مذهب جي لاءِ هجرت ڪئي هئي، مذهب واري هجرت لاءِ شرط آهي ته ان ۾ ڪنهن به مال، ملڪيت، گهرتڙ جي ڪا به لالچ نه رکي وڃي. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ مذهبي هجرت ۾ انهن شين جي تمنا ۽ خواهش رکي ته اهڙو ماڻهو مهاجرن بجاءِ منافق آهي. اهڙي صدارت مذهب جي سڀني ڪتابن ۾ موجود آهي.

هنن سڀ کان ته اچڻ شرط جائيدادن تي قبضا ڪرڻ شروع ڪيا ۽ ڪليم پرڻ ۾ جنبي ويا. حالانڪ مذهبي هجرت لاءِ ڪليم داخل ڪرڻ اسلامي فقه ۾ ناجائز ۽ حرام آهي. مڪي جي مهاجرن مديني ۾ ڪو به ڪليم نه پريو هو. حالانڪ اتي يهودين جون ڪافي جائيدادون مسلمانن جي قبضي ۾ اچي ويون هيون. (ڪتاب اُصول شاشي.)

ٽين ڳالهه: هنن هتي اچڻ ڪان پوءِ جاين ۽ دڪانن لاءِ احتجاج ڪيو، نوڪرين لاءِ بڪ هڙتالون ڪيون، اڙدو زبان لاءِ باهه ۽ رت جي راند شروع ڪري ڏنائون، پر اسلامي حڪومت ۽ اسلامي قانون لاءِ هڪڙو ڏينهن به هڙتال يا مظاهرو ڪو نه ڪيائون. انهن سڀني ڳالهين جي موجودگيءَ ۾ آءٌ هنن ڪي مذهب جي حفاظت لاءِ هجرت ڪندڙ نٿو مڃان ۽ منهنجو فرض آهي ته آءٌ سنڌين جي ملڪيت هنن جي قبضي مان ڇڏائڻ لاءِ جدوجهد ڪي تيز تر ڪريان.

(2) هو مظلوم آهن ۽ هندن جي ظلم ۽ ستم کان تنگ اچي هجرت ڪئي اٿن.

آءٌ مڃان ٿو ته ڪن جاين تي هندوستان ۾ فساد ٿيا هئا، جن ۾ انساني جانيون به ضايع ٿيون هيون، پر اهو مسئلو حل ڪرڻ هندوستان جي حڪومت جو ڪم هو نه پاڪستان حڪومت جو، ڇو ته 1940ع واري قرارداد جنهن جي بنياد تي اسان پاڪستان ۾ شموليت تي آمادهه ٿيا هئاسون، ان ۾ مهاجرن جي آبادڪاري يا انتقال آباديءَ جو ڪو به ذڪر موجود ڪو نه هو. هندوستان جي ورهاڱي واري تجويز ۾ به اقليتن جي تحفظ جو ذڪر ضرور موجود هو، ليڪن پناهگيرن جي آبادڪاريءَ جي ڪا به شق موجود ڪانه هئي. ان ڪري پاڪستان جي حڪومت مهاجرن کي وٺڻ لاءِ قانوني ۽ سياسي طرح ڪنهن به صورت ۾ پٻڌل ڪانه هئي. هندوستان جا ڪافي علائقا اهڙا هئا جتي هندو ملسم فساد ٿيا ئي ڪو نه هئا، پوءِ اتان جي مهاجرن جي اچڻ جو ڪهڙو سبب هو؟

وڏي ڳالهه ته ورهاڱي کان پوءِ جڏهن پناهگيرن جي مسئلي سنگين صورت اختيار ڪري ورتي، ان وقت مهاتما گانڌي، حسين شهيد سهرورديءَ کي جناح صاحب وٽ موڪليو ته: ”جناب صاحب کي منهنجو پيغام پهچاءِ. انهيءَ پيغام ۾ ڄاڻايل هو ته جيڪي هندو پاڪستان مان ڀڄي آيا آهن، تن کي وٺي گانڌي پاڪستان ايندو ۽ اتان وري هندوستان مان آيل مسلمانن کي وٺي هندوستان ويندو. لياقت علي ۽ نهروءَ کي انهن ماڻهن جي حفاظت لاءِ حڪومت جي پوري مشينريءَ کي استعمال ڪرڻ جي هدايت گانڌيءَ ۽ جناح

طرفان ڪئي وڃي.“

سهروردي اهو پيغام ڪٺي جناح وٽ آيو، جنهن گانڌيءَ جي تجويز ڪي ٽڏي ڇڏيو ۽ سهورديءَ ڪي هندوستان وڃي گانڌيءَ ڪي جواب ڏيڻ کان روڪي ڇڏيائين. (ڪتاب حسن شهيد سهروردي مصنف شوزش) اهڙي تجويز ۽ اهڙي اپاءُ جي هوندي به مهاجرن جو سلسلو اڃا تائين جاري رهڻ گهٽ ۾ گهٽ ماڻهن لاءِ ناقابل برداشت آهي. وڏي ڳالهه ته، هنن مقامي رهواسين جي هر مطالبي جي مخالفت ڪرڻ پنهنجو ڌرم سمجهي ورتو آهي.

سنڌي عوام جيل ۾ وڃي، جدوجهد ڪري ته ون يونٽ ٽوڙيو ۽ وري هي بک هڙتالون ڪن ته ””ون يونٹ کو قائم رکھو۔" سنڌي عوام گهُر ڪري ته سنڌي زبان ڪي قومي ۽ سرڪاري زبان جو درجو ڏنو وڃي، ته هي حضرات رستن تي ٿائر ساڙڻ شروع ڪن ته:

"سندھی کو اگر رائج کیا گیا تو پاکستان تباہ ہو جائیگا۔"

اسان مطالبو ڪريون ته سنڌي اخبارن ۽ رسالن لاءِ ڊڪليئريشن ۽ اشتهار ڏنا وڃن، ته هي اسلام جا نام نهاد محافظ چون ته: "اگر علاقائیت کے فتنے کو بڑھنے دیا گیا تو ملک کی وحدت پارہ پارہ ہو جائیگی۔"

انهيءَ ذهنيت جي خلاف مون واقعي لکيو آهي ۽ جيستائين هنن جي روش ۾ تبديلي نه آئي ته لکندو رهندس، ڇو ته سنڌ جي تاريخ طرفان اهڙو مون تي فرض عائد ٿئي ٿو. جيستائين منهنجو ذهن، قلم ۽ دماغ، سنڌ ۽ سنڌي عوام ۽ ڏتڙيل ڌوتين جي خلاف استعمال ٿيو، ان ڏينهن آءٌ پنهنجي قلم کي هميشه لاءِ پيچي ڇڏيندس.....!!

منهنجي قلم کي ڪوئي حاڪم ٽوڙي نٿو سگهي. صرف سنڌي عوام ئي هڪ اهڙي طاقت آهي جيڪا منهنجي هٿ مان قلم ڦري سگهي ٿي. منهنجي جيءَ جي جهوناڳڙهه ۾ هر وقت ساري سنڌ پنهنجي صدين جي سورن ۽ پورن سان موجود آهي. منهنجي دماغ جي درين کي سدائين سنڌ جي تاريخ جا ورق آيل مهمان وانگر ٻاهران کڙڪائي رهيا آهن. مون هر حالت ۾ پنهنجي ديس جي انهن ٻارڙن جي ڪِپهه جهڙن ڳلڙن تان ڳوڙها اگهڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي، جيڪي مانيءَ ڀِيءَ لاءِ رات لڙيءَ تائين ماءُ جي سڪل ڪک کي چنبڙي روئندا رهندا آهن. مون پنهنجي ڌرتيءَ تي ڏهاڳڻ ڀيڻ جي مٿي تي پوتي وجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. منهنجي قلم سچ ڪان سهٽين انهن سنڌياڻين جي حالت زار تي مرثيا لکي پنهنجو فرض پوري ڪرڻ جي جاکوڙ ڪئي آهي، جن کي گهوڙن جي پچن سان ٻڌي گهلي بغداد جي گهٽين ۾ نيلام ڪيو ويو هو. مون دريا خان جي خون- شهادت مان ڏيئا ٻاري پنهنجي من جي مندر کي منور ڪرڻ جا جتن ڪيا آهن. آءٌ تسليم ٿو ڪريان ته مون اهو جرم ڪيو آهي ۽ ڪندو رهندس.

مون تي هڪ الزام هيءُ به آهي ته مون قائداعظم باباءِ قوم تي نڪته چيني ڪئي آهي؟

آءٌ انهيءَ الزام جي جواب ۾ چوڻ چاهيان ٿو ته:

جيئن، جناح صاحب کي باباءِ قوم سڏيو ٿو وڃي، ته اهو آخر ڪهڙي قوم جو بابو؟ نظريه پاڪستان مطابق سڀ مسلمان هڪ قوم آهن، تنهنجي معنيٰ اها نڪتي ته جناح صاحب پوري دنيا جي مسلمانن لاءِ باباءِ قوم آهي. آءٌ سمجهان ٿو ته مسلمان ملڪن جو عوام اهڙي احمقانه ڳالهه مڃڻ لاءِ ڪنهن به صورت ۾ تيار ڪو نه ٿيندو، پر جيڪڏهن صرف پاڪستاني قوم جو باباءِ قوم آهي ته اُن صورت ۾ مسلمان قوم وارو نظريو ڦري وطني قوم وارو روپ اختيار ٿو ڪري، ان صورت ۾ سنڌين کي به وطن جي بنياد تي هڪ قوم سڏائڻ جو حق ملڻ گهرجي، ۽ سندن باباءِ قوم الڳ هئڻ گهرجي.

جناح صاحب، ملڪ جي باني هئڻ سان گڏ ملڪ جو گورنر جنرل به هو. ڪنهن به ملڪ جو گورنر جنرل تنقيد ۽ نڪتچينيءَ کان مٿي ۽ پاڪ نٿو ٿي سگهي. ڇو ته ملڪ جي سربراهه جي حيثيت ۾ هو هڪ سياستدان ۽ سياسي حيثيت ۾ ڏار ڏار فيصلا ڪندڙ آهي. موجوده جمهوري دؤر ۾ برسر اقتدار شخص ۽ پارٽيءَ جي فيصلن، حڪمن، ڪمن ۽ معاملن تي تنقيد دنيا جو مڃيل اُصول آهي.

انهن سيني ڳالهين کان قطع نظر جناح صاحب (Father of nation) باباءِ قوم آهي، ته ڇا باباءِ قوم تي تنقيد دنيا ۾

## ڪٿي به برداشت نٿي ڪئي وڃي....!!

مون دنيا جي تاريخ ۾ پڙهيو آهي ته باباءِ قوم تي تنقيد ڪئي وڃي ٿي ۽ ان حق تي ڪو به اعتراض نٿو واريو وڃي. مثال طور، هندوستاني قوم جو بابو گانڌي آهي، ليڪن ان تي هندوستاني اخبارن ۽ ڪتابن ۾ ججهي انداز ۾ تنقيد ٿيندي رهي ٿي. آمريڪا ۾ جارج واشنگٽن ۽ ابراهيم لنڪن تي تنقيد ڪئي وڃي ٿي. مصر ۾ جمال عبدالناصر تي چوهه چنبڙ جي آزادي آهي. فرانس ۾ جديد فرانس جي مرد مهاجد ڊيگال مٿان نڪته چينيءَ تي ڪنهن به فرينچ رهواسيءَ کي ڪاوڙ ڪا نه ٿي اچي. انڊونيشيا ۾ سوئيڪارنو تي نه رڳو تنقيد ٿيندي رهي، پر ڪيس اقتدار تان به لاٿو ويو، انهن سيني ڳالهين جي بنياد تي مون، جناح صاحب جي شخصيت تي تنقيد ڪئي آهي. مثال طور مون چيو آهي ته هن ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڪٽي سنڌي عوام جي تاريخي ورثي کان سنڌين کي محروم ڪيو.

(الف) مون لکيو آهي ته هن ڪراچي ڌار ڪرڻ وقت ايوب کهڙي جي وزارت برطرف ڪرڻ واري قدم کڻن سان جمهوري روايات جي خلاف ورزي ڪئي آهي.

(ب) مون چيو آهي ته هن ڊاڪٽر خان صاحب جي وزارت کي ختم ڪري آمرانه ذهنيت جو ثبوت ڏنو، جڏهن ته هو پاڪستان جي وفاداريءَ جو قسم کڻي چڪو هو.

(پ) مون اهو به چيو آهي ته مهاجرن کي واپس وڃڻ واري

گانڌيءَ جي تجويز رد ڪري هن ننڍي ڪنڌ جي عوام کي هميشه لاءِ مصيبتن ۾ گرفتار ٿي رهڻ تي رضامنديءَ جي اظهار کان سواءِ سنڌ ۾ مهاجرن کي طاقتور بنائي، سنڌي عوام کي آزاديءَ جي فائدن کان محروم ڪرڻ واري قدم تي مُهر هڻي صحيح ڪري ڇڏي.

(پ) مون اهو به چيو آهي ته سنڌ اسيمبليءَ جي انتقال جائداد واري بل کي هن گورنر جنرل جي حيثيت ۾ غير مؤثر بنائي سنڌي مسلمانن جي جائدادن کي ڪليمن جي صورت ۾ مهاجرن وٽ منتقل ٿيڻ لاءِ راهه هموار ڪئي.

(ي) مون اهو به چيو آهي ته شايد دنيا جو هي واحد سياستدان آهي جنهن جيل وڃڻ کان سواءِ ملڪ حاصل ڪري ورتو! سو به مسلمانن جي پراڻي دشمن انگريز کان....!!

ليڪن انهيءَ پوري تنقيد ۾ منهنجو لهجو، معياري، شائسته ۽ سنجيدو رهيو آهي. جيڪڏهن ڪٿي منهنجي لهجي ۾ تيزي به آئي آهي ته ان ۾ غير اختلاقي ۽ غير سياسي زبان استعمال ڪا نه ڪئي اٿم. جيتوڻيڪ جناح صاحب جي وڪالت ڪندڙ اديبن، صحافين ۽ غير سياستدانن، سنڌي مشاهيرن جي خلاف هميشه بداخلاقيءَ واري زبان استعمال ڪئي. مثال طور:

هنن لطيف رحه کي عظيم شاعر مڃڻ کان انڪار ڪيو.

هنن هوش محمد شهيد کي فرينچن جو بورچي لکيو.

هنن سنڌ جي هاڪاري حاڪم ڄام ڀنڀي کي جاهل، عياش ۽ سست لکيو.

هنن عظيم محب وطن، سنڌي رهنما حيدر بخش جتوئيءَ کي ڪچيون گاريون ڏنيون.

هنن منهنجي ديس جي قومي اڳواڻ جي. ايم. سيد کي ڪافر مُلحد، دَهريو ۽ منافق سڏيو. هنن اسان کي غدار ۽ هندن جو غلام چيو. خود جناح صاحب جي موجودگيءَ ۾ لياقت علي خان سنڌين جي شاندار سڀيتا کي گڏهن ۽ اُٺن هڪلڻ وارن ڌنارن جي واهيات ثقافت چيو.

ليڪن ان جي باوجود، جوابي طرح اسان اهڙو لهجو ۽ اهڙي زبان اختيار ڪا نه ڪئي، پر ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته هتي قانوني ڪارروائي ۽ سي. آءِ. ڊيءَ جون رپورٽون يڪ طرف ٽرئفڪ وانگر آهن. هنن جي هر بي لغامي به معاف آهي پر اسان جي معياري تنقيد به ناقابل برداشت آهي. آءٌ نٿو سمجهان ته سنڌي عوام اهڙي هلت ۽ روش هاڻي گهڻي دير تائين برداشت ڪري سگهندو.

## حرف آخر

آخر ۾ آءٌ ايترو عرض ڪندس ته هتي جي آفيسر ڪي صرف غلاميءَ جو ئي تجربو آهي. ان ڪي صرف غلامي، محڪوميت ۽ فرمانبرداريءَ جي لذت معلوم آهي.

اها غلامي هنن تي يونانين، ايرانين، عربن، مغلن، غزنوين، غورين، خلجين، ارغونن، ترخانن ۽ انگريزن طرفان هڪ طرف ۽ ٻئي طرف ميرن، پيرن، وڏيرن ۽ مقامي سامراجي دلالن طرفان مسلط ڪئي پئي وئي آهي. هر دؤر جي حاڪمن هتان جي اڪثر عالمن، فاضلن، قاضين، مفتين ڪي نوڪريون، عهدا ۽ منصب ڏئي وطن دوست انسانن جي خلاف فيصلا پئي ڪرايا آهن. هتان جي آفيسر ۽ منصف جو قلم، قاضي قاضن ڪان وٺي اڄ تائين وطن پرست انسانن جي ڳچيءَ تي تيز ڌار ٻنجي تلوار وانگر وهندو رهيو آهي. سنڌ جي تاريخ غير ملڪي حاڪمن جي هاڃن سان گڏ مقامي منصف جي ستم رانين جي ماتم ڪان فارغ نه ٿي آهي. ان سان گڏ هيءَ به حقيقت آهي ته جن به وطن فروش وڏن ماڻهن ڌارين جي خوشي ۽ پنهنجي ذاتي مفاد خاطر پنهنجي قوم تي ظلم ڪرائڻ جي شروعات ڪئي آهي ته سڀ ڪان پهريائين انهن ئي مفاد پرستن جو اولاد ڌارين جي تلوار جو ڪاڄ ۽ ظلم جو نشان بنيو آهي. چنيسر ڪرسيءَ خاطر خلجين جي مصيبت، سنڌ تي وٺي آيو، ليڪن خلجين جي تلوار جو نشان عام سنڌين ڪان پهرين خود چنيسر جو پٽ نگر بنيو. قاضي قاضن، ارغونن ڪي سنڌ ۾ وٺي آيو، ليڪن ارغونن جي تيليءَ جو پهريون

پڙڪو قاضي قاضن جو گهر ٿيو ۽ هو پنهنجي غداريءَ ۽ وطن فروشيءَ جو مزو چکڻ لاءِ چريو ٿي نٽي جي گهٽين ۾ پنهنجا ٻار ٻچا ڳوليندو رهيو. اڄ به جيڪي ماڻهو قاضي قاضن جي ۽ چنيسر جي رستي تي هلي سنڌي وطن دوستن جي زندگيءَ سان کيڏڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، تن جي آندل مصيبت جو پهريون شڪار به سندن ئي اولاد ٿيندو. اهو تاريخ جو فيصلو آهي....!

ڪاش-! منهنجي وطن جي آفيسر ۽ منصف ڪي وطن دوستي ۽ آزاديءَ جو مزو ۽ لذت معلوم ٿئي. ڪاش! هن کي انهيءَ سرور جو پتو پوي ته آزاديءَ جي شرابُ جو ڍُڪ انسان کي زندگيءَ جي ڪيڏي بلنديءَ تي پهچائي ٿو، ته هو يقيناً غلامي جي ڪرسيءَ کي لت هڻي سوا ڪروڙ عوام جي ڀلائيءَ لاءِ پنهنجي ايندڙ نسلن جي مفاد خاطر اڄ مون سان گڏ مجرمن جي ڪٽهڙي ۾ ويهڻ کي پنهنجي لاءِ وڏو اعزاز ۽ وقار سمجهن ها.

آءٌ يقين سان چوان ٿو ته منهنجي خلاف جيڪو به فيصلو ۽ سزا تجويز ڪئي ويندي ان کي ٻڌندي مون کي ”ايترو به خوف نه ٿيندو، جيترو سزا لکندي وقت منصف کي ٿيندو ۽ مون کي قوم جي اهڙن فرزندن تي ڪو به افسوس ڪو نه ٿيندو جيڪي منهنجي خلاف فيصلو ڏيندا ڇو ته مون کي خبر آهي ته اهي هڪ اهڙي سسٽم ۾ جڪڙيل آهن، جتي رهي هو ان کان مختلف فيصلو ڪري ئي نٿا سگهن.“ (ابو الڪلام قول فيصل).

آءٌ هڪ انقلابيءَ جي هن قول تي پنهنجي صفائيءَ کي

ختم ٿو ڪريان. ”ديس واسيو-! جڏهن ڪائي شام ڪنهن دوشيزهه جي اُڏامندڙ رئي وانگر آزاديءَ جو جهنڊو ڪولي، ان وقت آسمان ڏانهن ڏسجو، ستارن جي محفل ۾ آءٌ توهان کي مرڪندو نظر ايندس.!“

عبدالواحد آريسر

قيدي ڊي. پي. آر

بي ڪلاس، سينٽرل جيل ڪراچي وارڊ نمبر 13

15 سيپٽمبر 1976ع